# برساتن لاءِ ڪهڙا ٻار در

(شاعري)

پيارو شواڻي

# برساتن لئہ کھڑا باربر

(پياري شواڻي جي شاعري، سندس فن ۽ فڪر تي ڏات ڌڻين جا تاثر)

پيارو شواڻي

اُتساھ

اُتساھ پبليڪيشن، مٺي، ٿرپارڪر

2016ع

**اُتساهہ پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر: 09**



ڪتاب جو نالو: برساتن لئہ کھڙا بارڊر'
موضوع: شاعري
شاعر: پيارو شواڻي
ڇاپو: پھريون
سال: 2016
ڪاپيون: 1000
لي آئوٽ: پرڪاش ڪرماڻي
ڇپائيندڙ: اُتساهہ پبليڪيشن مٺي، ٿرپارڪر- 03332511104
ڇپيندڙ: سامروٽي پبليڪيشن ٿرپارڪر -0333173584
قيمت: 100 روپيا

BARSATAN LAI KEHRA BORDER
[Peotry]

By: Piyaro Shivani

Edition: First
Quantity: 1000
Published By: Utsah Publication,
Post Office Mithi-69230, Tharparkar
Price Rs. 100-00

## اسٽاڪسٽ

شاهہ لطيف ڪتاب گھر، گاڏي کاتو حيدرآباد- ڪنگ پن بڪ شاپ، پريس ڪلب، حيدرآباد-
شير يزدان بڪ اسٽال، ڀٽ شاهہ- ڪانياواڙا اسٽور اردو بازار ڪراچي- رابيل ڪتاب گھر، لاڙڪاڻو-
مھراڻ ڪتاب، کپرو- العزيز ڪتاب گھر، عمرڪوٽ- المدينہ ڪتاب گھر، ڇاڇرو-
ٿر ڪتاب گھر، مٺي- ڪنگري بوڪ شاپ، اسٽيشن روڊ، ميرپورخاص- المھراڻ ڪتاب گھر، سانگھڙ-
عبدالرزاق بڪ اسٽال ميھڙ- مرچلاڙ بڪ ڊيپو، بدين- سوجھرو ڪتاب گھر، بدين-
مھراڻ بوڪ سينٽر، سکر- سنڌ ڪتاب گھر، شڪارپور- وسيم ڪتاب گھر شڪارپور-
سچ ڪتاب گھر، دڙو- ڪنول ڪتاب گھر، مورو-
سارنگ ڪتاب گھر ڪنڊيارو

# ارپنا

سائين

## پريم شواڻي

۽

## صادق فقير

جي نانءُ

# فهرست


1. ٻہ لفظ اتساھ جا — دليپ دوشي لوھاڻو
2. سنڌ توکي ڪيئن لڳي! — اسحاق سميجو
3. ڪھڙادنگ دلين جا — پروفيسر نوراحمد جنجھي
4. ڳوٺ ياد ايندو! — پارومل امراڻي
5. پياري شِواڻيءَ جي خُوبصُورتِ پورتريٽ جا قَدَرَ شَناس پھلُو
دليپ ڪوناري
6. زمينون ، زمانا ، ڪٿي راس ايندا — نصير ڪنير
7. پيارو شواڻي دردن جو ڪيسو ٻاءِ — اشوڪ سوٿھڙ
8. ڪوھنيي جي ڦلڙين جھڙو شاعر — نرسنگھہ سوڍو
9. خوابن جو تعزيتي نوٽبُڪ — مڪيش راجا سوٿھڙ
10. فطرت جو عاشق شاعر پيارو شواڻي — دولت رام ڪتري
11. پيرن جيان پوڄڻ جھڙو پيارو ماڻھو — شوڪت تبسم

❖ غزل 67

❖ نظم/گيت 78

❖ بيت 105

# ٻه لفظ اُتساهه جا.....!!

مرڪندڙ چهرو، ڊاتڪي لطيفا، ٽهڪ، مستي، مذاق، خوبصورت شاعري، بهترين اسٽيج سيڪريٽري ۽ ٻيون ڪوڙ ساريون شيون هن جون سڃاڻپ آهن. پر اندر ۾ ڪارونجهر جيڏو درد رکندڙ مالهوروِيڙهه جي مٽيءَ جو هي منڙو ماڻهو پنهنجا سمورا درد لڪائي هميشه مرڪ چپن تي سجائي ٽهڪن جا ٻوٽ اڏائيندو رهي ٿو. پر جڏهن درد برداشت کان ٻاهر ٿي وڃن ٿا ته هيءَ شاعري جي ديس ۾ پناهه وٺي ٿو ۽ دردن کي لفظن ۾ پروئي ٿو ڇڏي. شاعري ۾ به هي بناوتي اصولن، چهڪندڙ تشبيهن، ثلهي لفاظي بجاءِ پنهنجي ڌرتيءَ ۽ اتان جي ماڻهن جي ڳالهه بنهه سادي ۽ سولي انداز ۾ ڪئي آهي.

پياري شواڻي جي شاعري ڪيتري سگهاري آهي، تنهن کي ڪنهن سَند جي ضرورت ڪونهي ڪو پڙهن جي سرجيل هڪ هڪ سٽ ۾ ڌرتيءَ سان جڙاءَ ۽ مٽيءَ جي سڳنڌ اچي ٿي. پنهنجي احساس، درد ۽ اڌمن کي انتهائي جٽادار انداز ۾ بنهه سادي ٻولي ۾ بيان ڪيو آهي، ته جيئن سندس لفظن کي ٻوليءَ جا چوٽيءَ جا پارکو توڙي بنهه سادي مزاج جا ڳوناٺا ماڻهو پڻ سني نموني سمجهي سگهن. پيارا، تون ڪيڏو وڏو شاعر آهين، اهو پاڻ ڇڏيون ٿا ادب جي نقادن تي، اهي ويهي تنهنجي شاعري جو قد ڪاٽ ماپين. پر اسان کي تنهنجي شاعري نج محبت ۽ حجت جو ميلاپ لڳي ٿي، تنهنجي هڪڙي هڪڙي سٽ ۾ لفظ لفظ مان پيار جي جهلڪ محسوس ٿئي ٿي، جنهن ۾ ڪاٻه دنياوي ملاوٽ ناهي. نج نڪور محبت جو آئينو آهي، جنهن ۾ بس پيار ئي پسجي سگهجي ٿو

توڙي جو تنهنجي جواني جون سموريون. رونقون ۽ مرڪون شهر جي ماحول ۾ سرجيون هيون پر تون شهري دوستن جي جهڳٽي ۾ هوندي پڻ پنهنجي ڳوٺ ۽ اتي جي ماحول کي وساري نہ سگهيو هئين. جو جڏهن بہ توکي شهر جي دونهاتيل ماحول ۾ اڪيلائي محسوس ٿيندي هئي، تہ توکي ڳوناٺو ماحول، چونئنري مان نڪتل چنڊ ۽ اتان جون چلولايون ياد پونديون هيون تڏهن ئي تہ انهي کي ياد ڪندي انتهائي خوبصورت نظم "دل چوي ٿي ڳوٺ وڃان" سرجي ڇڏيو.

هر پل ٿو هٽ ساھ مُنجهي،
هن شهر جا، سارا رنگ ڇڏي،
ڪنهن چوٺري مٿان چنڊ ڏسان
دل چوي ٿي، ڳوٺ وڃان.
دل چوي ٿي، ڳوٺ وڃان.

جتي تو پنهنجي درد، پيار ۽ پيڙاهہ کي شاعري جي ڪينواس تي چٽيو آهي، اتي تو منيءَ جي انسان دوست ڪردار مامي وشن ٿري کي بہ نہ وساريو آهي. سندس ذڪر ڪندي تو واندي لفاظي کي پنهنجي شاعري ۾ سرجڻ جي بجاءِ بنهي سادن ۽ سهڻن لفظن ۾ سندس ڪردار ۽ ڪم کي پيتا ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيڪو تو تي فرض بہ هو.

تو ۾ رتُ رهيو ئي ناهي !
پوءِ پي رتُ ڪرين تو پيڙو ؟ ،
ماما ! ڇا تہ مسيحا آهين ،
ڪيڏو ستُ ڪرين تو پيڙو.

پيارا، مون کي الائي ڇو امداد حسيني جون اهي سٽون ڏاڍيون وڻنديون آهن:

ڪڏهن رات آهي، ڪڏهن ڏينهن آهي،
هميشہ جو آهي، اهو نينهن آهي.

۽ انهي سٽن جو عڪس مون تو ۾ پانيو آهي، مون تو ۾ سدائين نينهن اڇل محسوس ڪئي آهي، جو تون جهڙو ٻاهر پيارو آهين اهڙو ئي اندر جو اجرو محسوس ٿيندو آهين. تڏهن ئي تہ اڄ تنهنجي پرديس اسري وڃڻ باوجود بہ سموري سنگت تنهنجي انهي آڇيل محبت ۽ نينهن کي وساري نہ سگهي آهي، جڏهن بہ جتي بہ ڪا تقريب منعقد ٿئي ٿي تہ تنهنجو ذڪر ضرور اچي ٿو.

اُتساهہ پبليڪيشن ٿر سان تعلق رکندڙ اديبن ۽ شاعرن کي مان ڏيڻ لاءِ ڪجهہ سالن کان سندن ذات کي ڪتابي شڪل ۾ منظر تي آڻيندي رهي آهي، هن کان اڳ ۾ سائين شنڪر ساگر، سائين نور احمد جنجهي، پارو مل امراڻي ۽ ٻين جي فن ۽ فڪر تي ڪتاب آندا آهن. پيارو شواڻي سنڌي ٻوليءَ جو خوبصورت شاعر آهي، جنهن جا اڳ ۾ شاعريءَ جا بہ ڪتاب دل چوي ٿي ڳوٺ وڃان ۽ ٻاٻيهو ٻولي ڇپيل آهن. هي پياري شواڻي جي شاعري جو ٽيون ڪتاب آهي. جنهن ۾ سنڌي، ڍاٽڪي اردو ۽ ٻين ٻولين ۾ شاعري شامل آهي ۽ سندس فن ۽ فڪر تي ذات ڏٺين جون لکڻيون پڻ هن ڪتاب ۾ شامل آهن، جيڪو توهان دوستن تائين پهچائي رهيا آهيون، اميد تہ توهان کي پسند ايندو.

**دليپ دوشي لوهاڻو**
**اُتساهہ پبليڪيشن، مٺي**
**ٿرپارڪر، سنڌ**

# سنڌ توکي ڪيئن لڳي!

پياري شواڻي جي شاعري ، ٻن ديسن وچ ۾ موجود سرحدي خاردار تارن تي، ڪنهن جهنگلي ول وانگر چڙهي آئي آهي. هن ول ۾ سُهڻا گُل ڦٽي پيا آهن. ۽ انهن گلن تي پوپٽ ۽ پڻرا خوابن ۽ خواهشن وانگر ڦيرا ڏئي رهيا آهن. وقت جي ويرَ واريءَ وانگر مٺ مان هوريان هوريان کسڪي رهي آهي. اها خاردار تارن واري پٽ ڏينهون ڏينهن اونچي ٿي رهي آهي. خوابن ۽ خواهشن جا پوپٽ ۽ پئونرا ان خاردار پٽ سان متو هٽي، موٽي ٿا وڃن. پر پياري جي شاعري پنهنجي معصوميت ۽ سجلتا سان، ٻارڙن جي هٿڙن جهڙن نره ملائم لفظن سان، انهن خاردار تارن کي ڍڪڻ ۾ مصروف آهي. جوتہ هيءَ شاعري ان اونچي ديوار کي ڊاهي نٿي سگهي، فقط ڍڪڻ جي ڪوشش ئي ڪري سگهي ٿي. جيتوڻيڪ ننڍي ڪنڌ جي رت ڳاڙهين تاريخ، انهن لوهي ديوارن جي پنيان لڪل وحشي ۽ ڀيانڪ نيتن ۽ ارادن بابت جيڪا آگاهي ڏئي ٿي، ان مطابق پياري جي معصوم شاعريءَ جي اها ول انهن خاردار تارن مٿان هوريان سڪي، نوٽ ٿي، ڇڻي ويڻي آهي- بي معنيٰ ڪک پن وانگر ڀڃي، اُڇلجي ويندي. انتها پسندي دهشتگردي ۽ مذهبي جنونيت انهن تارن کي تهائين طاقتور بڻائيندي رهندي. پر شاعرن کي بہ تہ پنهنجو ڪم جاري رکڻو آهي. پنهنجي هجڻ جو جواز قائم رکڻو آهي. اوندهہ وڌندي رهندي، تہ ڇا ٽانڊاٽا ٽم ٽم ڪرڻ ڇڏي ڏيندا؟

پياري جڏهن پنهنجي پهرئين ڪتاب ”دل چوي تي ڳوٺ وڃان“ جو چاٽايل نالو رکيو هو. تڏهن مون کي سمجهه ۾ نہ آيو هو. تہ منيءَ کان مالٺهور وڃڻ ۾ هن کي ڪهڙي رُڪاوٽ آهي؟ ۽ ڪيس ڪنهن روڪيو آهي؟ تيستائين شايد هُن پاڻ بہ نہ سوچيو هجي تہ هڪ ڏينهن مالٺهور جي هن شهزادي کي. اُن نگر جون بي نام ڳليون پنهنجي چڪ سان چڪي وننديون. جتان جي رهواسڻ پنهنجي ڏاڏيءَ لاءِ ـ حسن درس لکيو هو:

جــوڏپــور تـــنــهـــنـــجـــو وطـــن.
ســنـــڌ تـــوکـــي ڪـــيـــئـــن لڳـــي!

گذريل ڪجهہ عرصي دوران. خاردار تار جي هڪ هڪ تار پياري کي روح تائين چُپيندي رهي آهي. جڏهن هُو پهرين اسان سيني جي محبوب صادق فقير جي وڇوڙي ۽ بعد ۾ پنهنجي والد سائين پريم جي موڪلائڻ واري مهل بہ مني پهچي نہ سگهيو. تڏهن مون کي سمجهہ ۾ آيو تہ هن پنهنجي پهرئين ڪتاب جو اهڙو حسرت آميز نالو ڇو رکيو هو. شايد هن کي پنهنجي ڇهين حواس ايندڙ وقتن ۾ هن جي اندر سان پيش ايندڙ وارتائن جو ادراڪ عطا ڪري ڇڏيو هو. هاڻ جڏهن سنڌ ۽ راجستان تي هڪ ٿي وقت بارشون وثيون آهن. ٻنهي پاسي جا مور ٿهوڪيا آهن. ٻنهي پاسي سائي گاهہ جا سلا واريءَ جي دل چيري ٻاهر نڪري آيا آهن. تڏهن بيهر هن کي مالٺهور ۽ مني اُڏڪي وانگر اُيري آيا آهن. ۽ وطن جي ٻدن ۽ پوٺن. ڏهرن ۽ ڏيئن تائين، سندس ٻي پهچي. ڪيس برساتن جي سرحدن کان ماورا هجڻ واري خوش بختيءَ سان رشڪ ڪائڻ تي مجبور ڪيو آهي.

ٻہ ڳل چوڙيون . سريل بستر . ٻُڌائن تـــ گهٽو ڪجهہ تا.
سجو سمجهون پيا پر هُو . لڪائن تـــ گهٽو ڪجهہ تا.

***

چـــوٽ تـــوکـــي لڳـــي، درد مـــونـــکـــي ٿِـــيـــشـــي .
جـــيـــئـــن مـــان تـــو جـــيـــئـــان. ايـــئـــن ٻـــي ڪـــو جـــيـــئـــي !.

***

ننگرپارڪر جي گول پٿرن وارن پهاڙن مان ور وڪڙ ڪائي نڪرندڙ نانگڻ نيُون، گوڙي مندر جي ڇت هينان نقش ٿيل تصويري ڪٿائون، روهيڙي جا رتاوان ڦول ۽ گڏي پٽ تان مٿيءَ تي پوندڙ جهرمر نگاهه جي ياد ڪنهن بار وانگر هن جي دل ۾ حسرتن جون پنيوريون اُڌارڻ لڳي آهي. هن جي هن نئين ڪتاب ۾ اڪثريتي شاعري هن جي نون ۽ داخلي دردن جو مظهر ٿي محسوس ٿئي، جن جو وڏو ڪارڻ وطن کان دوريءَ جي نتيجي ۾ اندر کي ڪاٽ هڻندڙ ڳوڙهي پيڙا آهي.

۽ ڪهاڻي رڳو ايتري به نه ناهي- مٺي، مور جي پَر جهڙو هڪ شهر، مورَ جي رڙ جهڙو شهر به نه ڀڄي ويو. مٺي جنهن جي گهٽي گهٽي پياري جي چرچن، خليل جي ڪچڪن، صادق جي ٽهڪن، فقير مقيم ڪنيار جي شفيق نهارُن ۽ پريم شواڻيءَ جي بيتن ۾ موجود ٿر جي لازوال محبت سان سينگاريل هُئي، تنهن جي سموري سُونهن ڇانگجندي رهي-وڍجندي رهي، ڳُگر جي وڻن وانگر- ٿر جو هيءُ نِڪت جهڙو شهر، هڪ هڪ تي گم ٿيل ستاري جي غم ۾ اوندهه اوڙهيندو رهيو. هڪ سرائڪي شاعر جو شعر آهي:

تيڪون آکِيا هَم، مُٺ رَيت دي هان،
مُٺ کول ڇوڙيئي، مَيڪون رول ڇوڙيئي!

مٺي ايئن پنهنجي مُٺ مان واريءَ وانگر پنهنجي دلڪشيءَ جو ڪارڻ هستين کي وڃائيندو رهيو ۽ ان جي سونهن ۽ سوبيا، ڪشش ۽ ڇڪ، رنگيني ۽ رواني رلندي ۽ ڇٽندي رهي. هاڻ هيءُ هڪ شهر نه آهي، پر اهڙو جنهن تي رات لهي آئي آهي، ۽ بجلي هلي وئي آهي. هڪ نئن آهي، جنهن ۾ پاڻي گهٽ، ليون ۽ لاٽا وڌيڪ آهن. ادب، آرٽ، موسيقي، شاعري بابيهي جون صدائون- سڀ ڪجهه ڊنڊلائجڻ لڳو آهي. ادب کان وني صحافت تائين، سطحيت، سياست ۽ نيس بڪ جو نه-مُنهون اڻ هر چڱي روايت کي ڇَري رهيو آهي.

پياري جي نه ڪهاڻي ئي الڳ آهي. وٽس هڪ وٽندڙ ڪائنات هئي. دوستن جي دلفريب ٽولي، سچاٽپ جا سهڻا حوالا ۽ وقت جي دـ ميت جي واڳ هٿن ۾ هيس. پر الائي ڇو هن کي 1947 کي ورجائڻ جو آتو سُجهي آيو. هن جلاوطن ٿيل اديبن جون آتم ڪٿائون به پڙهيون هيون، ۽ ان ۾ موجود هنن جي لڇ پڇ ۽ بي

چيني ۽ ڪي بہ پوڳيو هو. ڪيس مڪمل ادراڪ هو تہ وطن کان وچڙي ماڻهو نالو ۽ ناڻو تہ ڪمائي سگهي ٿو سک پائي نٿو سگهي. منهنجي پهرئين ڪتاب ”صدا بي چين آهي“ جو هڪ شعر آهي:

پئسا ماڻي، پيار وڃائي، موٽي آيا آهيون،
ڏس تہ اسان پرديس ڪمائي، موٽي آيا آهيون!

پياري جي نئين شاعري، جنهن لاءِ هن ”برساتن لاءِ ڪهڙا باربر“ جهڙي اثرائتي استعاري جو انتخاب ڪيو آهي، هن جي چپن جي مرڪ هن جي شاعريءَ جي اکين جون پنبڻيون پُسائيندي نظر پئي اچي. روئبو رڳو اکين سان تہ ناهي. سڏڪو رڳو نڙيءَ مان تہ نہ نڪرندو آهي. تڙپ رڳو جسم جي لچ پچ تہ نہ ٻڌائيندي آهي. ان ڪي جاچڻ ۽ پرکڻ جا ٻيا بہ کوڙ نشان ۽ علامتون آهن. مون کي هيءَ شاعري لڏپلاڻ جي درد ڪهاڻيءَ جو پيچائيندڙ سفرنامو ٿي محسوس ٿئي. اها لڏپلاڻ جيڪا هن پيرن سان تہ ڪئي، دل سان ڪري نہ سگهيو. خيال سان تہ ڪئي، احساس سان ڪري نہ سگهيو. هاڻ اها لڏپلاڻ هن کي ماءُ جي پاڪر وانگر چنبڙي پئي آهي. ٻير جي ڊنگهري وانگر وچڙي وئي آهي. هاڻ هو ڇڏائي ڇڏائي ٿڪجي پيو آهي، پر ڪپڙا ٿو ڇڏائي تہ بدن نٿو ڇڏائي سگهي، بدن ٿو ڇڏائي تہ دل نٿو ڇڏائي سگهي. اها ئي هن جي ڳجهي ڪهاڻي آهي، جيڪا مون هن جي سٽن جي اندروني آهنگ ۾ لڪل مام مان پروڙي ۽ پرکي آهي.

جتي پي مران ۽، جڏهن پي مران پر،
وري جي جمان تہ، سنڌ ۾ جنم ٿئي.

***

الئہ ديس ڏارا، وڃي چو تون وينين؟
روئان ٿو مان تولا، گڏيءَ جي تہ گڏ تي.

جيتوڻيڪ هن ڪتاب ۾ ڪلام ٿورو آهي، ۽ ڪنهن بہ شعري مجموعي جو ايترو مختصر هجڻ مناسب روايت نہ آهي، تڏهن بہ هن ڪتاب ۾ ڪي اهڙا شعر بہ آهن، جيڪي پياري جي شاعرانہ ميچوئرٽي جي گواهي ڏين ٿا. هن کي اهڙن شعرن طرف ئي توجهہ ڏيڻ کپي، ۽ گهٽ ۾ گهٽ هاڻ ڪيس پنهنجي شاعرانہ

ڪچاپن جو ادراڪ حاصل ڪري انهن مان جان چڏائڻ لاءِ بہ سنجيدگيءَ سان سوچڻ ڪپي.

هن جي هٿ ۾ روز هجڻ لاءِ
ڏاڳو ڏاڳو تو واجهائي

هنداڻي ڪي، هُرمچ وانگي،
عشق انوڪو، تو چِترائي

پتوارڻ لاءِ نيڻ صبوح ڪان
هاري ٻاڳي ۾ ٻوڙائي!

هوءَ هجي شل روهيڙي جان،
ڏُڪارن ۾، نہ مُرجهائي،

راسوڙي جي، رقص سان ڪولهي،
ڪارونجهر جو ڪر گونجائي.

***

دلبر ڏارا، ديوالي،
ڪپڙا ڪارا، ديوالي!

***

نديءَ تي نينگريون وهنجي، ڪٽي ويون مٽ پاڻيءَ جا،
ندي پٽي هيڪلي روئي، ڏسي ڪو ڦٽ پاڻيءَ جا،

***

زمينون، زمانا، ڪٿي راس ايندا ؟.
اسين هئون ديوانا، ڪٿي راس ايندا ؟.

***

روهيڙي جو ونڻ ٻنيءَ ۾
بيني آ هُو، جڻ ٻنيءَ ۾

***

برساتن لئہ کھڙا باربر،
وسڪاري لئي کھڙي ويزا!

***

مُڙي موٽابائو تان، ڏنم ديس دڙا،
منهنجي لاءِ مڙهيا، ماڙين کان متي هُئا.

***

مُڙي موٽابائو تان، ڪنيم تڏو ساه،
وطن تي ويساه، ماڻهوئان متي لڳو.

بهرحال پياري جي شاعري فني طور اجان ڪمزورين جو شڪار آهي، ۽ ڪيس پُختو شاعر ٿيڻو آهي تہ انهن ڪمزورين مان پاڻ آجو ڪرائڻو پوندس.

منهنجي خيال ۾ هن ڪتاب ۾ شاعري ڪنهن بہ هڪ ٻوليءَ ۾ هجڻ کپندي هئي. ٽن ٻولين جي شاعري ٽنهي ٻولين جي شاعريءَ جو مڪمل لطف ماڻڻ جي ڏس ۾، مون لاءِ تہ رنڊڪ جو سبب بڻجي رهي آهي.

**اسحاق سميجو**

**ڄام شورو**

# کھڑادنگ دلين جا

تواريخ جي تاريڪ راهن خدا جي خلق کي جيترو لوڙايو آهي ، پوڳايو آهي، تنهنجي ڪٿ ڪوئي ڪري نہ سگهيو آهي چاڪاڻ جو درد کي ماپي نہ سگهبو آهي ، سُور جي پُور کي ڪٿي نہ سگهبو آهي، اها پيڙا لکين انسانن جي گڏيل پُونجي آهي جنهن جون شاهد صديون هونديون آهن يا وري ڌرتيءَ جو سينو ۽ اُپ جي وسعت انهي صدمي ۽ سُور جي شاهد هوندي آهي. مورخ بہ جيڪا تاريخ لکن ٿا اها بہ گهڻو ڪري واقعن ۽ وقوعن جو اهڙو احوال هوندي آهي جيڪو گهڻو ڪري هڪ طبقي جي ترجماني ڪندو آهي. رڪ وهندي راند ۾ کلون ڪندڙ ڪڙڳن جي تاريخ تي تہ قلم گهٽوئي هليو آهي پر دلين جي ڌڙڪڻ جي زيرو بم جي ڪٿا ادب ئي ڪري سگهيو آهي. تواريخ جو دامن انهي پالوٽ کان پالهو آهي. ادب ۾ وري شاعري ادب جي پيشانيءَ جو اهڙو موبي موڙ آهي ، جنهن کي پنهنجي سونهن آهي. جنهن کي پنهنجي جامعيت آهي. جنهن ۾ الکي اليک آهي. شاعري شايد انسان جي بولپٽي (ناطقيت) سان گڏ جائي آهي تنهنڪري انسان جو درد ۽ شاعري هڪبئي جا مجيجي آهن. شاعريءَ ۾ انساني سفر جا اهڙا جگري احوال آهن جيڪي بئي ڪنهن بہ علم ۾ ناهن. تڏهن تہ سائين جلال الدين رومي جهڙو يگانو شاعر، شاعريءَ بابت

هيئن چئي وينو:

شاعري جزواست ازپيغمبري جاهلانش کفرداندازخري

انساني رويئي ۽ محسوسات بابت شاعري جيڪو ڪجهه بيان ڪري ٿي اهو ادب جي ٻي ڪنهن صنف ۾ ممڪن ناهي. سنڌي ادب ۾ شاعريءَ ۾ سمورا گهاڙيٽا آزمايا ويا آهن پر اڄ بہ بيت وائي، ڪافي جي عوامي مقبوليت کي ٻي ڪا بہ صنف پهچي نہ سگهي آهي. رڳو نظم اهڙو فارم آهي جيڪو سنڌي شاعري ۾ عوامي مقبوليت ۾ ڪافي اڳتي آهي.

شاعري ۾ درد جاڙا ۾ سڳا آهن. درد ملندو آهي تہ شاعري جي ذات نکري نروار ٿي پوندي آهي. درد هوندئن بہ فن کي جلا بخشي ٿو. پيار، محبت ۾ عشق هڪڙي بلا جا نالا آهن رڳو زهر جي شدت جو فرق آهي. خبر ڪاڏن کي پوي جهڙي سٽ چئي سونهين پتائي، ڳالهہ سنئين ڪري چڏي آهي. انهي پن لڳڻ ڪانپوءِ تہ شاعريءَ جا بند پجي ٽا پون چاڪاڻ تہ سڪ جو سمنڊ اٿلي پوي ٿو. اسان جي پياري شاعر پياري شواڻي بہ اهڙي اونهي اوهري ۾ ٽُبي هنئي آهي جو جڏهن بہ هو ساهي پٽڻ لاءِ سسي مٿي ٿو ڪٺي تہ شاعريءَ جي صورت ۾ دل جي تصوير ڪشيءَ جو تحفو آڇي ٿو. پياري جي انهي ڪلاونت ڪم ۾ جتي پنهنجي حساس طبيعت جو حصو آهي تتي سندس والد صاحب سائين پريم شواڻي جي تربيت بہ شامل آهي. چاڪاڻ جو سائين پريم ليکڪ، شاعر ۽ صحافي هجڻ جي ناتي سيني محفلن جو مور هوندو هو پر انهن سڃاڻپن پوبان جيڪو سائين پريم لڪل هو اهو پريم عاشق پريم هو جنهن جي عشق جي ريلي پياري کي بہ عشق ۾ رڱي ڇڏيو ۽ هو بہ پلوڙ شاعر ٿي اُڀريو جنهن سڀ کان پهريان "دل چوري ٿي ڳوٺ وڃان" جهڙو من کي مهڻا ڏيندڙ شعري مجموعو ڏنو. ان ڪانپوءِ هن شيخ اياز جي شاعري جو ڍاٽڪي ٻوليءَ ۾ پهريون دفعو

منظوم ترجمو ڪري "پاپيهو پولي" جهڙي ڪتاب جي نرالي سوکڙي ڏني. انهن ٻنهي ڪتابن ۾ موجود شاعري جنهن بہ پڙهي هوندي انهيءَ کي اندازو هوندو تہ پيارو ڪيترو نہ حساس آهي. وري اهڙو واءُ وريو جو ڳوٺ سان دل رکندڙ نرم دل وارو پيارو شواڻي پنهنجي دل جي چوٽ کي ٻوتي، پر انهين پار اڏامي ويو. ڇو اڏامي ويو؟ اها شايد ڪيس ئي خبر هجي يا ڪنهن تاڙي ماري نہ اُڏايو هجي؟ ڳالهہ جي اها ڳنڍ شايد ئي کُلي. لڙڪ لڪائي، سدائين ٽهڪ ڏيندڙ محفلن جو مور پيارو شواڻي، ليکوا ڪري هن پار هليو ويو. انهي درد ۾ ميار کي هو بہ محسوس ڪري ٿو تہ سندس گهٽگهرا پڻ. لوڪ منهن موڪ آهي ان تي ميار ناهي.

لڏپلاڻ انساني ترقيءَ ۾ بہ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي تہ انسان کي جيڪي وڇوڙا ڏنا آهن تنهن جا ود وقت جو امرت ڏارا ملم بہ ايري نہ سگهيو آهي. اهي سدا چڪندڙ ناسور وانگر سموريءَ پرٿويءَ تي هر ڪنڊ ۾ نظر ايندا. لڏپلاڻ ادب کي بہ پنهنجي تلخ تخليقن سان مالامال ڪيو آهي جنهن جا ٻہ وڏا مثال ڪرشن چندر جو ناولٽ "غدار" ۽ سعادت حسن منٽوءَ جو افسانو "ٽوبہ ٽيڪ سنگهہ" مشهور آهن. درد جي اهڙيءَ پالوٽ پياري شواڻيءَ کي بہ چُپ رهڻ نہ ڏنو ۽ گرنار جو موريو. ڪهڪاءَ پري ڪوڪ ڪري وينو جيڪا توهان جي هٿن ۾ "برساتن لئہ کھڙا باربر" جي صورت ۾ آهي. نالي مان ئي ظاهر آهي تہ شاعر وڇوڙي جي انهي درد کي برساتن ۾ محسوس ڪندي اظهاري ٿو تہ برسات کي ڪوئي باربر ناهي. برساتن وانگر دلين جا دنگ بہ نہ ٿيندا آهن. روح جو ريلو اوهيرن جي اوت وانگر ڪنهن ويزا جي نيپي جو محتاج ناهي. هن مجموعي ۾ سنڌي، ڍاتڪي ۽ اردوءَ ۾ شاعري آهي جيڪا نہ رڳو شاعر جي دل جو آواز آهي پر هر درد منديءَ دل جي واڻي آهي. پياري جي شاعري جي

موضوعن ۾ غربت، محبت، دنياوي پابنديون، انياءُ مکيہ موضوع آهن جن جي چوڌاري سندس شاعري گهمي ٿي. هتي اسين سندس شاعريءَ جي فٽ پٽيءَ سان ماپ نٿا ڪريون پر سندس خيال جي ڌارا جي ڳڻ ڳوت ڪنداسين تہ اهو ڪهڙن ڳلن جا واس وني ڇا ڇا آڇيندو رهيو آهي. هن ڪتاب جي سموري شاعري پڙهڻ يا ٻڌڻ وٽان آهي پر خاص ڪري اهي نظم جيڪي دلين ورهائجڻ ۽ ٻاراڻ جي يادن جي خيال جي مالها آهن تن ۾ رس چس سرس ۽ سوايو آهي. محبت سان گڏوگڏ غربت ۽ ٻالجتيءَ جي ڳالهہ بہ سندس شاعري ۾ آهي. ديوالي خوشي جو ڏڻ آهي جيڪو اُپت لهڻ واريءَ مند ۾ اچي ٿو پر غريب ماڻهو ڏکار ۽ ڏک حاليءَ ۾ ڪهڙي ديوالي ملهائيندا. هو انهن ٿنهي خيالن کي هڪ غزل ۾ هن ريت سمائي ٿو:

دلبر ڌارا ، ديوالي
ڪپڙا ڪارا ، ديوالي
ٻاروتڻ تو ياد اچي ،
ڏ ٻليون تارا ، ديوالي
مسڪينيءَ ۾ ڪيئن ڪندا؟
سانگي سارا ، ديوالي

پياري جي شاعريءَ ۾ سندس محبوب دوست صادق فقيرجي وڇوڙي جو ذڪر بہ آهي. سنڌي ۽ ڍاٽڪي ٻنهي ٻولين ۾ هن صادق فقير کي پيتا پيش ڪئي آهي

هيينئون هتان مان جائي تو
صادق ، ڪُوڙ وجائي تو؟

پياري جي شاعريءَ ۾ سرريئلزم بہ آهي. سندس تجربي جي اونهائي

ڪيس انهي وٿ سان نوازي ٿي تڏهن تہ هو ههڙو شاهڪار شعر سرجي ٿو

ندي ۽ تي نينگريون وهنجي ، ڪٽي ويبون مٿ پاٽي ۽ جا ،
ندي پئي هيڪلي روئي . ڏسي ڪو ڦٽ پاٽي ۽ جا ،

هو ٿر ۾ رهجي ويل سندس ڪُل پُونجي ۽ جهڙن پنهنجي دوستن کي بہ ساري ٿو تہ مامي وشني لاءِ بہ عقيدت جو اظهار ڪري ٿو . سندس ذات جي اڏام جو ڏاٽي ڪان مالهاٽي تائين اڻ ڳڻين ڪنوٽين جيان چمڪي ٿي پر سندس مونجهارو ڪيس ڪٿي بہ وسڻ نٿو ڏي. پشاورجي اسڪول ۾ معصومن جي مارجڻ تي بہ سندس خيال تڙپي اٿي ٿو ۽ خوبصورت اردو نظم جي صورت ۾ پنن تي نروار ٿي پوي ٿو. ڪارونجهر جي ڪور ويجهو ڳوٺ چتراسر ۾ ڪي ماريا ماري روجهہ مارين ٿا تہ بہ پيارو تڙپي پوي ٿو ۽ نظم لکي ٿو.

ڪُسن ٽيون روجهڙيون رڻ ۾ ،
روئي ٿو روز چتراسر ،
ڪجن ٽيون جيئن بندوقون ،
روئي ٿو تيئن ڪارونجهر

پياري جي شاعري ۽ ۾ وڇوڙو بہ نمايان نظر اچي ٿو. موٺابا ريلوي اسٽيشن تان بيهي جڏهن هو پنتي سنڌ ڏانهن ڏسي ٿو تہ سندس روح رت جا ريلا هاري ٿو ۽ انهي ڪيفيت ۾ هو جيڪي بيت لکي ٿو سي پڙهندڙ جي بُت ۾ سيسراٽ وجهي ٿا ڇڏين. برساتن جي ڳالهہ ڪندي باربر جي ڳالهہ ڪري ٿو ويڙا جي ڪهاڻي بہ ورجائي ٿو ۽ پوءِ انهن تلخين جي ڪهڪ گهٽائڻ لاءِ هو روايتي حل آڇيندي مذهبي هم آهنگي ۽ ڀائيچاري جي ڳالهہ ڪري ٿو پر دنيا ڏٺو آهي تہ جڏهن بہ ڪا شئي بازار جو واپار ٿيندي آهي تہ پوءِ انسانن لاءِ اتياچار ٿي

پوندي آهي. مذهب کي بہ جڏهن کان بازار بولي ۾ پرتي ڏني آهي تہ نہ رڳو دنيا ورهائجي ويئي آهي پر دلين جي ورهاڱن جو بہ ڪارو ڪيس ٿيو آهي.

پياري جي هن مجموعي ۾ سندس ٻالجتي جي اڪير بابت سنڌي توڙي ڍاتڪي شاعري سيني کان زور آهي. شاعري جيترو نج خيال تي ٻڌل هوندي اوترو ئي پُر اثر هوندي. شاعريءَ ۾ پرتي هلي وڃي ٿي پر شاعري پرتيءَ تي بيهي نہ سگهندي. شاعريءَ ۾ خيال جي ڪنوارپ کي سپ کان وڌيڪ مجتا ملندي رهي آهي. پياري جا نظم اهڙي نج خيال تي ٻڌل شاهڪار نظم آهن جيڪي دنيا جي انهي قسم جي شاعريءَ کي ڪلهو هڻي سگهن ٿا.

اونهاڙي ري ويڪيشن ۾، لڪ لڪوتي، روج رميا تي،
آڪو پايو، ميہ رو سايو، گهر گهر ڏاٽا، ڪين پنيا تي؟
ٻاڙوتڻ را، ڏينهن سنياري، نيڻ مانهانجا، رات پِجيا تي

انهي نظم ۾ ٻچپن هڪ اسڪرين وانگر با تصوير تي اکين اڳيان گذري ٿو. هر ٽري بار جو ٻاراتڻ اهي ڏاڪا پار ڪري ٿو. پيرن ۾ پگ رکي (جُتي) نہ هوندي هئي اڪن جا پُڙا ٻڌي جتي ناهبي هئي. سرن جي اتوڙن ۾ ڏورو ٻڌي لاري ناهبي هئي چاڪاڻ تہ لاري ٽري ماٺهو لاءِ خواب رهي آهي. هاڻي تہ پانت پتيليون لاريون ٽرم ڏاٽن وانگر اچي ٽتيون آهن. نہ چاڻ تر جو چا ٿيندو؟ ڪاڪي پُونجي جي ڪوٽڙيءَ مان چورايل ٻيڙين ۽ ٽوٽن پيئڻ ۾ جيڪو مزو آهي اهو شايد دنيا جي ولايتي ۽ مهانگن سگريٽن ۾ مشڪل هجي. ٻاراتڻ جي اها اڪير اندر ۾ وينل ان ٻارکي ٽئي تي جيڪو زماني جي سموري گدلاڻ کان پاڪ هجي ٿو. باقي وڏو تہ جڏو آهي جنهنجو وک وک تي موه ۾ مڏو آهي جنهن کي هو سدائين پاڻ سان ڪٽي هلڻ چاهي ٿو. پر اندر جو

وينل ٻار ڪيس انهن اصلي وٿن جي اهميت ياد ڏياري ٿو تہ هنن رنگن روپن تي موهجي تو پنهنجو پاڻ وڃايو آهي. تڏهن اکر اڳيان اُيري، واڳوٿي ورندا آهن ۽ ماڻهو جڳ کان تہ پڇي ويندو آهي من ڪان ڪيڏانهن پڄندو. اونهاري جي وئڪيشن جي لڪ لڪوٽي وسارڻ ڪنهنجي وس ۾ ناهي.

ٻچپن جي اُتم ڏن بابت پياري اڙدوءَ ۾ بہ نظم بچپن ڪي باتين لکيو آهي جنهن ۾ بہ اهائي اڪنڍ ۽ اڪير آهي. اهائي سانوڻ گهاتن مينهن جي ڳالهہ آهي تہ اهوئي ڪاغذ جي ٻيڙيءَ وارو قصو آهي، جنهن جيتري ٻي ڪا حسين ڪهاڻي نہ آهي. دنيا بانوري آهي جيڪا ڪبير ڀڳت جي بقول رڱيل ڪي ٻي رنگ چوي ٿي .اهڙي طرح دنيا ۾ جڏهن ماڻهو ٻار هوندو آهي تہ ڪيس ننڍو چيو ويندو آهي ۽ جيئن عمر گذرندي ويندي آهي تہ ڪيس وڏو چيو ويندو آهي. جيتوڻيڪ معاملو ان جي ابتڙ آهي. ننڍڙيءَ وهيءَ ۾ ماڻهو وڏو آهي ۽ وڏي عمر ۾ هو پنهنجي حصي جي ڪوتا ڪپائي چڪو هجي ٿو ۽ ننڍي ٿي وڃي ٿو پر پنهنجي پوءَ ڪي لڪائڻ لاءِ هن اهي لفظ ابتي استعمال ۾ آڻي ڇڏيا آهن يا وري جڏهن ننڍو آهي تہ وڏي ٿيڻ جي چڪر ۾ آهي ۽ وڏي ٿيڻ جو احساس منجهس ننڍڙي ٿيڻ جو احساس اڀاري ٿو ۽ هو ان لاءِ انيڪ ناڪام جتن ڪري ٿو ۽ قانقون ڏئي ٿو پر ٻاراڻ موٽي نٿو ملي. اها تانگهہ ۽ طلب ڪانئس هن نظم جهڙا شعر لکرائي ٿي:

بچپن کئ کيا باتين کهون ؟،
بچپن کي کيا يادين کهون ؟ !
بچپن اُتم هوتا تها ،
واپس، سب کچہ ملتا تها ،

اهڙي اتم بچپن جا نوحا ڳائيندڙ پيارو شواڻي، دل ۾ دردن جا درياهه سمائي زندگي گهاري رهيو آهي تنهنڪري، برساتن جو دنگ تہ ٺـي سگهي ٿو پر دلين جو دنگ ڪائنات کان بہ وسيع آهي. پياري جي درد دلي واري ڪيفيت ڪانئس هھڙا شعر تخليق ڪرائيندي رهندي ۽ هو پنهنجي شعرن جي ڪيفيتن کي معنيٰ ڏيندي، مُڙي ڏسندو تہ روهيڙي جي وڻ کان وٺي، رليءَ جي رنگن تائين گهڻو ڪجهہ موجود آهي. سندس ياد جو اهو سمورو املهہ ورثو لڙڪن ۽ مرڪن جي امتزاج سان ٺمٺار آهي ۽ ادب جي دنيا کي محبت جي موتين جون سوکڙيون آڇيندو رهندو. پيارو پنهنجي دردکي سمجهي بہ ٿو تہ ڳيتي بہ وجي ٿو ۽ دردجي اها ڳيت ڳيتان خوبصورت غزلن، نظمن، گيتن ۽ بيتن جي برکا ٿي بن برسات وسندي رهي ٿي ۽ وسندي رهندي.

نوراحمد جنجهي
جنجهي هائوس، ڏرماڻي ڪالوني
مٺي ٿرپارڪر
28 جولاءِ 2016

# ڳوٺ ياد ايندو

پيارو شواڻي سنڌي ٻوليءَ جو خوبصورت شاعر آهي، جنهن جا اڳ ۾ شاعريءَ جا ڪتاب دل چوي ٿي ڳوٺ وڃان ۽ ٻاٻيهو ٻولي ڇپيل آهي. هي هن جي شاعري جو ٽيون ڪتاب آهي. جنهن ۾ سنڌي ڍاٽڪي اردو ۽ ٻين ٻولين ۾ شاعري سرجيل آهي. شاعري جي هن ڪتاب تي لکندي ڳالهين ۾ آئون گيتا جو گيان ڪٿي اچان پر وقت جي ٽٽي ويل ارجن کي حوصلو ملندو الائي نہ !؟. سور جي سرڪش گهوڙي جي واڳ ڪير جهلي؟ نئين سمي جي ڪروڪيتر جو ڪرب بہ نئون آهي! درد کي دل ۾ امانت وانگر سنڀالڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. زماني سازيءَ جي مئخاني ۾ واعدن جا جام روز ٽٽي حساس انسانن جي سيني ۾ شيشي وانگر رهڙ ڏئي هيٺ اترن ٿا. پر پوءِ بہ شڪايت انهن جي شان وٽان نہ رهي آهي.

پياري شواڻي جي شاعري جي پهرين ڪتاب جي نالي واري نظم " دل چوي ٿي ڳوٺ وڃان " کي استاد شفيع فقير سوز ڀري سُر ۾ ڳايو آهي. ڪجھ سال اڳ ۾ ٿر جي مختلف محفلن ۾ انهيءَ نظم تي اکيون آليون ڪري ٽڏا ساه ڀريندي ٻڌندڙن کي ڪوي پاڻ ڏنو هو پر هن کي تڏهن اهو پتو نہ هو تہ سياڻي هن گيت جي تخليقار کي پنهنجي ڳوٺ کان ڪوهين ڏور پرديس ۾ ڳوٺ جي ريل جي لاءِ تڙپي "برساتن لئہ کهڙا بادر" جهڙي شاعري تخليق ڪرڻي پوندي. هي ڪوتا جي برسات ساوڻ رت ۾ گهنگهور گهٽائن مان برسي آهي يا پيار جي پڪار ۾ اکيون اوهيرا ڪري وٺيون آهن.

گيت گووندہ جو مصنف پڳتي تحريڪ جوخوبصورت شاعر جئہ ديو پنهنجي هڪ گيت ۾ چوي ٿو تہ:

جڏهن ڏکڻ ڏس جي پهاڙن مان هوائون اچن ٿيون،
۽ محبت جي ديوتا کي بہ ساڻ آڻين ٿيون،
جڏهن اڻ ڳڻيا گل،
پريم پنٿ جي پانڌيئڙن جي دلين ۾ ڏارون وجهڻ لئہ
تڙڻ پکڙڻ تا لڳن،
تڏهن کو تنهنجي وڇوڙي سبب ڏکوئجي ٿو وڃي.

سرحد جي ٻنهي پار واريءَ جو ريگستان ساڳي آهي، پر مينهن ۽ نينهن جي مهڪ ۾ وڏو فرق آهي، ڀنيءَ جي خوشبوءِ جيڪا ملير جي مٽيءَ مان ماڻي سگهجي ٿي اها راجپوتانان جي ريت مان ڪٿان ملي سگهي ٿي؟ ڀالوا جي پٽ تي مينهن وساڻن جا منظر پوري مارواڙ کان موهيندڙ لڳندا آهن. ڍاٽ ۽ مهراڻي جي دڙن تي نہ رڳو ڍاٽي ڍولا ۽ مانجهي مڙس ڦينٽن سان ڦُترا ۽سنڌي ٽوپي سان تنديلا اندلٹ جو روپ ٿي روح کي وڻندا آهن پر ڍاٽيون بہ پنهنجي سونهن سوڀيا ۽ اخلاق حسن ۾ انوکيون لڳنديون آهن. لوڪ ساگر جي ڪوين پنهنجي ڪوتائن ۾ بي اختيار ڍاٽي سونهن ۽ مهراڻي جي مهانتا جي ساک ڀري آهي.

سار وڪاڻان سنڌ ري، مونگ منڌور ڏيس،
جهيڻو ڪپڙو ماڙبو مرد مرڌر ڏيس

(سنڌ جون ساريون(چانور) ۽ منڌورديس جا مڱ ساراهہ لائق آهن. ماڙبو جو جهيڻو ڪپڙو ڀلو آهي، اهڙي ريت مرد مرڌر ديس يعني مهراڻي جي خطي جا سهڻا ۽ سڀاجها آهن)

اُرچوڙي ڪر پاتلي، جيڪاري ري باڻ،
جي جاڻين سک جيء رو ڌڻ ڍاٽ ري آڻ

(ڀريل ڇاتي ۽ سنهڙي چيلهہ واري سندريءَ جنهن جي مُک مان هر سنڌ تي جيءُ جو آواز اچي، گرهستي جيون ۾ پنهنجي زندگي جو سک

چاھين ٿو تہ ڏاٽ جي اھڙي ناري پرٽجي اچ)

پياري جي پرديس پڌارڻ تي ناليواري ليکڪ ارباب نيڪ محمد سڄڻ پار جي سڄڻن جي پارت ڪندي ڪاوش مئگزين معرفت خط لکيو ھو اتي سنڌ جي نوجوان ٿھي جي نامور شاعرن حاجي ساند. خليل ڪنڀار، امر ساھڙ، ساگر خاصخيلي ، امر رائسنگھہ راجپوت ۽ بين محبتن جي ميارن سان نظم غزل ۽ نثر سرجيا ھئا تڏھن رقم الحروف جي روح بہ رڙ ڪندي ڪنھن ڪاغذ جي ڪنڌ تي اتاريو ھو تہ:

”ڳوٺ ياد ايندو ڳليون ياد اينديون“

ھن ڪتاب ۾ گھڻن جھڙن نظمن کي پڙھندي جڏھن اکيون ڪوي پاران پنھنجي ڳوٺ کي يادن جي ھڙ ۾ ٻڌي سرحد جي ھُن پار تصوراتي پڌ ٻٽائي اڏڻ جي ريت تي بيھن ٿيون، تڏھن گوندرن جا گھنگھرو وڄن ٿا تہ ڇا ڪوي کي ھُتي ستارن سان رھاڻيون ڪرڻ جي لاءِ مالٺھور ويڙھ جھڙو منفرد ماحول ڪٿي ملي سگھي ٿو؟ ھوا جي سرگوشين ۾ ڪنھن جي ساھن جي خوشبوءِ اندر ۾ اتارڻ جي لاءِ گڊي جي ڳولا روز ٿڪائي نہ وجھندي؟ رانوڙ ڪي رھاڻ وارو مھراڻ گڏ مھراڻي جي مٽي جھڙو شرميلو ڪڏھن ٿيو آھي؟ ڇاڇراڻي جي ڇيل پوئٽرن گلابي شھر جي گل بدن کان وڏيڪ ڪاسپي جي ڪارسرن قلن جو سواگت ڪيو آھي. ياٽين جي پومي جو جس پتروسوڍن جي صاحبي جي شھر امرٽي سان حسن جي ھوڏ ڇا ڪري سگھندو؟ ھمروٽ ( امرڪوٽ يا عمرڪوٽ ) ڇتيسي جو منڙو ڪوي بانڪيداس چوي ٿو تہ:

مراٺو امرا پُري ڏُرا سرنگي ڏاٽ.

رهي جو سوڍو راجوي، پهہ پنوارن پاٹ،

(مسافر! منهنجو امراٹو ڏرتيءَ تي امراپُري (دلڪش ماڳ) آهي. ڏاٹ جا هي دڙا، جتي پرمار سوڍن جي صاحبي آهي، ڏسندين تہ اتي جي ريت سرڳ سمان آهي.)

ڪيهر لنڪي گوريان، سوڍا چُتر سُجاڻ،
بڙ جُهڪيالانبي سران، آيو گڏ امراڻ،

(جتي چيتي جي سنهڙي چيلهہ واريون سُندر ناريون هجن، جتي مرد سياڻا ۽ بهادر هجن، جتي لانبي جي تلاءَ تي بڙ جي وڻن جا جهڳٽا هجن، تہ پڪ ڄاڻجان اهي آثار امراڻي گڏ (قلعي) جا آهن.)
ديومالائي ڏرتي جي پهاڙ ڪارونجهر جي ڪر آڏو ڪڏهن چوٽهڻ جو ڏونگر چيهہ پلو تي نٿو سگهي، پلين آبو جي پهاڙن تي مورن بولندا هجن ۽ لوڪ گيتن ۾ ڳايو وڃي تہ: ”مور بولي ملجي آبو ري پهاڙان..“ پر صبح سرخي مائل شام سرمئي لڳندڙ ڪارونجهر جو ڏيک نيارو آهي.
ڪارونجهر ني ڪور مرئين تو پڻ مهلين نهين، (ماٽي ٿهوڪي مور ڏونگر لاڳي ڏيپتو(ڪارنجهر جي چوٽي مرڻ گهڙيءَ تائين وساري نٿو سگهين، ان جي چوٽي تي مور نچي ٿهوڪندو آهي تڏهن ڏونگر ڏيئي وانگر برڻ لڳندو آهي) پياري جي شاعري جو روپ سروپ ڪوي ڪاليداس جي اروشي جهڙو آهي يا نہ پر هن جي عشق جي اروشي مني جي دڙن تي واري جي سمنڊ جي لهرن ۾ سرجي هئي. جڏهن جواني جو خون هن جي ڳلن تان ٽپڪندو هو. تڏهن ٿر جي واريءَ جي ريٽن تي پيار جي ڪٽ جي ايس تان پره ڦٽي جي روشني پڌري ٿيڻ باوجود هن ڪان اٿڻ وسري ويندو هو. هاٹي پوبان سار جي سنگمرمر واري پٿر سان مٿو ٽڪرائي ڪوئي ڳوڙها آٹي هن جي لاءِ لوڪ گيت ڳائي ٿو تہ:

کـامـڻ کـري گـيـو ڙي....
( هُـو جـادو کـري ويـو ڙي....)

ڪلهہ هن نوجوان ڪوي جي لاءِ ڪنهن البيلي ناري اوڻي جي وچ تي ويهي رومال پريو هو جنهن پنهنجي ڪارين اکين ۾ هن جي لاءِ ڪجل پاتو هو جنهن پنهنجن نازڪ هٿڙن سان ڪنڌڙن ڪاڪلن کي سنواري مک تي هن جي لاءِ لهرايو هو. جنهن چنڊ کي چونئري مان ڏسڻ جي لاءِ ٻوٽ وجڻ جي اکير ٿيندي هئي، تنهن سانوري جي سار ۾ ڏرتيءَ کان دور وڇوڙي جي شدت کي شاعري جي سٽن ۾ سمائي اداسي جا گيت لکڻ کان سواءِ هن ڪوي وٽ ڇا رهيو آهي!؟

دُر ڪُليل هُيو، اک بند نہ هُئي،
راتُ جاڳِي ڪٽيو، مُون سان هِڪڙي ڏيئي،

***

شاعري جي سُٽن ۾ پنهنجي ڪچائي جو اقرار ڪندي مجي ٿو تہ هن کي پيٽ ڪارڻ مجبوري ۾ پيار کي پٺي ڏيڻي پئي.

پيارُ وقت گهُريو، پيٽ ڪون ڇڏيو!،
مُئس مان پيي ڪٽي؟ ، پيو هُو پيي جيئي!.

فرانسيسي شاعره پنهنجي هڪ نظم ۾ وڇوڙي جو ورلاپ ڪندي چوي ٿي تہ:

اي منهنجا محبوب
مان ڪهڙي ويچ وٽ وڃان؟
مان ڪنهن کي پنهنجا گهاو ڏيکاريان؟
ڇا انهن طبيبن وٽ اهي اکيون آهن،
جيڪي ڏسي سگهن
"پيار جا زخم"
تو مونکي جنهن جنهن هنڌ چميو

هاڻي اتي لهو چڪندڙ زخم آهن!
تو منهنجي وجود جي
جنهن جنهن حصي تي هٿ رکيو
اهو هند جلي رهيو آهي
مان گهايل آهيان
پر منهنجا گهاو ڪنهن کي نظر ايندا؟
سواءِ تنهنجي
”اي منهنجا وڇڙي ويل محبوب“
”اي منهنجا وڇڙي ويل محبوب

اهڙي ڪيفيت ۾ پياري شواڻي جي شاعري جون ستون واهيري جي وير وارن پکين جيان ولر ٺاهي ورن ٿيون. لڪن ۾ جڏهن سج لهي ٿو تڏهن رتل راسين جو عڪس هن جي اندر ۾ جڙي ٿو ڪارڻ اڪارڻ هن ڏي اداسي پنڌ ڪري ٿي پر سنجها ٿيڻ سان من جي وستيءَ ۾ ذات جو ڏيئو ٻاري اونداهي ۾ اداسي کان آجو جيئڻ جي جستجو ڪري ٿو. سياري جي سرد راتين ۾ ڪتين جي ڪر موڙڻ تي اجرن انگن کي آغوش ۾ سميٽڻ جي سڪ برهہ جي باه ٻڌجي عاشق جي ڪايا کي آلي ڪاٺي وانگر جلائيندي آهي تڏهن ئي چئي من جي ميار نظم جو نئون روپ وٺندي آهي

ڊسمبر جون ڊگهيون راتيون
ڪتيون تہ ڪيئن ڪتيون راتيون ؟

جيئن رج ۾ هرڻ ۽ سج ۾ مسافر اڄ ۾ اتاولو ٿي پوندو آهي. تيئن ديس کان شاعر جي اندر ۾ آنڌ مانڌ اٿلي پوندي آهي. پر هن انهي آنڌ مانڌ باوجود شاعري ۾ ڪٿي نعري بازي ۽ سطحي خيال جو ساٿ نہ ڏنو آهي، هن آرٽ کي اوليت ڏيڻ جي ترجيحات رکي آهي، پر وطن جي وڇوڙي جي جذبات ۽ رومانوي رنگ جي ريت ڪجهہ حاوي آهي

اڇوتـہ هن جي چونڊ شعرن جي حسناڪي روح ۾ اتاريندا هلون، جن ۾ وطن جي سڪيءِ رومانوي رنگ سان گڏ سماجي اقتصادي مسئلن جي اپٽار ٿيل آهي.

مور من جو روئيِ ، روز ڪيڙا ڪري ،
ڍيل ڪائي هُجي ، جيڪا آنسوُ پيئي،

**

اسان منهن پاڻي ۾، ڏٺو ڪونہ آهي
ملائيندو مولا ، گڏيءَ جي تہ گڏ تي

**

اڳي تہ ايئن هوندو هو. مليو ٿي انُ بازارين! ،
جڏهن ڪان پاڻ سُڌريا هئون ، ڏٺاسين هٿ پاڻيءَ جا ،

**

جنين جي اندر ۾، تڏو آ وڇايل ،
تنيين ڪي ترانا ، ڪٿي راس ايندا ؟

**

روهيڙي جو وڻ ٻنيءَ ۾
بيٺي آ هُو ، جڻ ٻنيءَ ۾

**

هوءَ هجي شل، روهيڙي جان ،
ڏُڪارن ۾ ، نہ مُرجهائي ،

**

پُرتن جيان پوتار ڦرن پيا
اوڏي هل ، اوڏڻ ٻنيءَ ۾

---

سچا ماڻهو، مري آخر ، متيءَ هينيان ، متي تيندا ،

پوءِ پيي ڏس، پيارا هي، آڏائن تہ گھٽو ڪجھہ تا

**

نديءَ تي نينگريون وهنجي، ڪٽي ويپون مٿ پاٽيءَ جا،
ندي پئي هيڪلي روئي، ڏسي ڪو ڦٽ پاٽيءَ جا.

**

ٻڙ جي ٻنڌ ۽ ٻاجھر ماني !
واه جو آ اولڻ ٻني ۽ ۾

هن پنهنجي ڊاتڪي شاعري ۾ ثقافتي پابندي واري پيڙهہ واري پٿر تي سر رکي آهي، هن ڪتي بہ پنهنجي اڳيئن شاعري کان ناتو نہ ڇنو آهي. هن جي پهرين ڪتاب ۾ موجود ڊاتڪي شاعري ڪي تر جي مشهور راڳين ڪريم فقير ۽ نظر محمد رامسريي پياري انداز ۾ ڳايو آهي.

پيارو شواڻي ريڊيو ۽ اسٽيج جو بهترين ڪمپئر رهيو آهي. ڳالهہ ڳالهہ مان لطيفو جوڙڻ جو ڏانءُ هن کي ورثي ۾ مليو آهي. هن جي حاضر جوابي ڪمال جي آهي.

تاج جويي مٺي ۾ رهڻ دوران ادبي سرگرمين جي لاءِ جيڪو تحرڪ پيدا ڪيو تنهن سلسلي کي اڳتي وڌائڻ ۾ البيلي انسان صادق فقير اهم ڪردار ادا ڪيو. صادق فقير جي اتساهہ تي دليپ ڪوناري، پيارو شواڻي، خليل ڪنيار، دليپ دوشي، دولت رام ڪتري ۽ ٻيا دوست مٺي ۾ گھڻي وقت تائين ادبي سرگرمين جي حوالي سان سرگرم رهيا آهن انهن ساٿين جي منعقد ڪيل پروگرامن ۾ اسان جهڙن نون لکندڙ کي پنهنجي تخليقي صلاحيت اپارڻ ۾ موقعو مليو. صادق فقير مٺيءَ ۾ هئڻ دوران روز شام جو تر ڪتاب گھر يا ڪاڪي رتن مالهي جي هوٽل تي اچي ويهندو هو. پوءِ صادق فقير جي ڳالهين جا گفتا سڻڻ ۽ صادق سان گڏجي ٿهڪن ۾ ترڻ جي لاءِ

مني جا سماجي، ادبي متحرڪ ماڻهو پيڙا ٿيندا هئا. پياري شواڻي کي اعزاز رهيو تہ هن ۾ خليل ڪنيار سهٽي راڳي صادق فقير گڏ نہ صرف ٿر جي پٽن جو سفر ڪيو پر سنڌ جي بئراجي علائقن ۾ پوري ملڪ جو وڏو حصو پيرن هيٺيان ڪيو. ڪڏهن انهن جو قافلو مٺي جي دڙي تي رات ناريندو هو تہ ڪڏهن ڪاري ڇاڻ جي چانڊوڪي ۾ ڪيٽي بندر جي ڪنڌ جهليندو هو. ڪڏهن هُو ٽنڊوالهيار ۾ جهوني شاعر سيد مرتضي شاه ڏاڏهي جا مهمان ٿيندا هئا تہ ڪڏهن خيرپور جي ڪجين هيٺ ريڊيو پاڪستان جي راڻي ڪوثر برڙي، مختيارملڪ ۾ سيد اڪبرشاه سان رس رهاڻيون رچنديون هيون. ڪڏهن انهن نئي نگر ۾ ڏيئا ۾ ڏياتيون جلايون تہ ڪڏهن ڪراچي جي سمنڊ ڪناري وڏن بيڙن جا سڙه ڇڪيندڙ ملاحن سان ملاقاتي ٿيا. صادق فقير جي دڪدائڪ مرتئي تي هن جا نظم واڍوڙن جا وڍ آهن، سٽ سٽ ڪان جي ڪڙ ڪڙ ڪري وجود مان گذري ٿي. پياري شواڻي جديد سنڌي شاعري جي وڏي نانءُ شيخ اياز جي چونڊ شاعريءَ کي ٿري ٻولي جو ڍاٽڪي ويس پهرايو آهي. پڙهندڙن جي دل کي ڍاٽڪي ترجمي واري حسناڪي سان موهيندڙ ڪتاب "ٻابيهو ٻولي" جي ارپنا هن صادق فقير جي حياتيءَ ۾ ئي هُن جي نالي ڪئي هئي.

هن ڪتاب برساتن لئہ کھڙا باربر جي ارپنا بہ شاعر جي وڇڙي ويل دوست صادق فقير ۾ پنهنجي والد صاحب ۾. ٿر جي سگهاري شاعر، صحافي، ناول نويس ۾ چترڪار پريم شواڻي جي نالي ڪيل آهي. جن جو ڪلهي ڪانڌي ٿيڻ نصيب نہ ٿيو. پريم پنهنجي پٽ پياري کي ڏاڍو پائيندو هو عمر جي پوئين ڏهاڙن پياري کي ساري اياز جي سٽن کي چپن تي آڻيندو هو تہ:

جَي سُياڻي قدمَ چُمي پَنهنجا، ڪا بہ منزل تہ. تُون ڪٿي هوندين؟
هاءِ، مُنهنجا جَلاوطن پيارا جَي گُهرَي دل تہ تُون ڪٿي هوندين؟

زندگي تلخ تجربن جو ڏکهو داستان آهي. شاعرن، اديبن ۽ ليکڪن انهن داستانن کي قلمند ڪرڻ جي لاءِ جنم ورتو آهي يانہ؟ بحث کي اڳتي وڌائڻ جي بدران ڳالهہ کي اڏ ۾ ڪٽجي ٿي تہ پيارو شواڻي ديس کان دوريءَ جي خوفناڪ خزان ۾ نہ ڇٽي ها تہ سنڌ ۾ رابيل جو روپ هجي ها. هن موٽاباٺو تان مڙي پنهنجي اباڻي وطن ڏي نهاريو تہ اکيون پرجي آيون. خليل ڪنيار جي نظم جو سڏ پڙاڏو ڪنن ۾ گونجڻ لڳو ڪن ترسين ها ، تون مان گڏجي ، اهڙو سهڻو ديس اڏيون ها......(خليل ڪنيار)

ديس کان دور عارضي اڏيل آستاني تي پهچي لکيو تہ :

پکي ديس واپس ،اُڏامي اچي پر،
نوان هي نشانا ، ڪٿي راس ايندا ،

جتي پي مران ۽، جڏهن پي مران پر،
وري جي جمان تہ ، سنڌ ۾ جنم تي.

پارومل امراڻي چيلهار
3 آگست 2016ع

# پياري شِواڻيءَ جي خُوبصُورتِ پورتريت جا قدَرَ شَناس پهلُو

تر جي اَدبِي، ثقافتِي ۽ سَماجِي ڪَئِنواس تـي پِـياري شِـواڻـي (يـا شيواڻي) جي نانءُ وارو تجريدِي ڳلا وسيلي خُوبِ نِڪرنـدڙ رنـگ ڪُجهه ڪثرت سان ئي اِستعمال ٿيندو رهيو آهي. هن نـوجـوان جـي پينسل ڪلر / واٽر ڪلر يا آئل ميڊيم واري پـورتـريـٽ ڪـي پـسـنـد ڪرڻ وارنَ جو ڪاٿو، ڪنهن دور ۾ ريـڊيـي جـي سـگـهـارِي آوازِي ميڊيا ۾ پُهچندڙ بورنَ پَريل خطنَ جي ڳاڻيٽي کان گـهـٽـو مـٿـي آهـي. عُشاقنَ جي ميلن کان مَتاهين هِن فهرستِ ۾ سُونـهـاري واري سـائـيـن نيڪڻ فقير، ڪامريڊ ڄام ساقيءَ جِي جاتِ سان جُڙيـل سـائـيـن نـور احمد جنجهي ، واحد جَنجِهي، اَمر ساهڙ شيرين ۽ گُداز آلاپ واري گُلوڪار صادق فقير، تڙدوسي تاجدار علي اَڪبر راهمي، ساميءَ جـي فلسفي تي آخرِڪار اِڪتفا ڪندڙ مير حسـن آريسر، اقـبـال جـي خُودي واري خيال سان سَوائي سَهمَتِي رکندڙ سائين شـنـڪـر سـاگـر، پياري سان مانيُون ۽ سِي. ڊِيُون وندبيندڙ محمد علي پٺي ۽ سِـنـڌُ جـي صُوبيدار شاعر خليل ڪُنيار سَميت شُمارِ کان مَٿيرا مقامِي، پَـرڳـڻـي پَڌرا ۽ هم مملڪتي چاهيندڙ شامل رهيا آهن.

مالٺهور ويٺا جي مِٺيءَ جو هيءُ مَلُوڪ شبيهه شاعر، ڪمپيئر، اِسٽيج سيڪريٽري، ميل ماڊل ۽ مارُئيءَ جي ٿر جو مِثالي ميزبان پنهنجي ڪردارِ ۽ گُفتارِ ۾ بَجا طور ڪمال جي ڪشش رکي ٿو جنهن ڪان چيڙو ڇڏائڻ جو ساهُس ڪنهن بہ سوڍي ۾ بہ سَمايو نہ ٿو مِلي. مِٺيءَ شهر جي قومي بچت بئنڪ واري هاٽوڪي هنڌ تي پياري جي پِتا شِري سرڳواسي سائين پريم شِواڻي جڏهين ٽائيپ رائيٽر ڪان ڪمپيوٽر ايج طرف لڙندي، اُتي هڪ وڏي هال نما مَسواڙي دُڪان ۾ عريضي نويسيءَ، انگريزي ٽِيُوشن ۽ صحافتي مشغُولين کي سرانجام ڏيڻ لڳو ته اِن ڪم ۾ پيارو بہ سائين جو خُوب ساٿ ڏيڻ لڳو بلڪ سَچي اِسٽامپ ويندڙيءَ وارِي ڪِرتِ اڪيلي سر پاڻ ڪرڻ لڳو هو. اُتان ايندي ويندي لانگهائُو ٿيندي، ڪڏهين ڪڏهين آئُون بہ پياري وٽ وڃي ٽڪ پڇيندو هُئس، هُو چانهہ چُڪي بہ پياريندو هو تہ بعضي بعضي پنهنجي تازي شاعري بہ ونڊيندو هو. بہ چار نوان يوڳ چرچا ٻُڌائي اَسان جي مايُوس مُهاندنَ تي ڪي مُرڪون ۽ ڪي ٽهڪ بہ آڻيندو هو. هُونئن اَسان جي ويجهڙائپ ۽ دِلي دوستي سِنڌي اَدبي سنگت شاخ مِٺيءَ جي ٻيهر فعاليت ڪان پوءِ ٿيندڙ دستُوري گڏجاڻين، مِٺيءَ ۾ مُنعقد ٿيندڙ ادبي، ثقافتي ۽ سَماجي سرگرمين، تقريبن ۽ ويهڪن مُهابي اَڳي گهڻي وڏي چُڪي هُئي ۽ اَڪثر شام جو روز ڪاڪي جهامن داس رتن لال مالهيءَ وارِي مَصرُوف ترين! هوٽل جي سدائين خالي پيل کٽن تي صادق جي سَرپِرَستيءَ ۾ مچندڙ مُنافقيءَ کان آجين ۽ بي غرض ڪچهرين ۾ پيا مِلندا هُئاسين. (صادق ڇا موڪلائي ويو جڻ اَسان مِڙني جي مُحبتن جو مرڪزي آٽو ڇيهُون ڇيهُون ٿي ٽُٽي ويو. اَدبي ساٿُ جي سَنگهرُ ۾ سِلهاڙيل اَسان اَڪثر دوست بنهہ ٻَجي پُري هيڪلا ۽ دائمي ويڳاڻا ٿي پيا آهيُون. صادق صفا سُچ ڪري ويو آهي! هاڻ تہ مِٺيءَ جي ڪنهن بہ محفل،

ميلي ۽ ڪچهري ۾ هن جي ڪمي مُون کي شِدتَ سان کُٽڪي ٿي ۽ سچ پچ ڪِٿي به من نٿو لڳي!)

مُنهنجي تصور ۾ ئي ڪو نہ هو تہ 'دِل چوي ٿي ڳوٺِ وڃان!' جهڙو اِنتهائي وڻندڙ نظم لکندڙ شاعر سُڪارِيو (وڏيڪ سُکيو ۽ آسُودو) ٿيڻ کان پوءِ هيئن اوچتو مِڙني دوستن يارن کان بِنا موڪلائڻ جي هُن پار هليو ويندو. نہ آسان هن جي لَڏڻ واري حتمي ۽ ذاتي فيصلي جِي خُوشيءَ ۾ آرها ۽ نہ ئي آسان کي هن جي ڪاميابي ۽ ڪامرانيءَ سان نئين سر پرڏيهہ ۾ پَڪڙا آڏڻ تي ڪا ڪاوڙ- پر لحظي لاءِ ڏُک گاڏڙ حيرت اِها سا ضَرُور ٿي تہ ظالم هڪڙو الوداعي ياڪُرِ پائي، مِلي موڪلائي تہ وڃي ها!

جيئن پيارو گهڻن جي اکين جو تارو رهيو آهي يا اَجا بہ رهندو اَچي تيئن پِياري کي مُون بہ ڪڏهين پاڻ ڏاران يا پاڻ کان بِنهہ پَري ڪري ڪو نہ ڀانئِيو آهي، اِها ٻِي ڳالهہ آهي تہ هن سان مُنهنجو ساٿُ صِرف شام توٽي جو رهيو آهي ڇو تہ سَنجهي جو هيءَ ڪندَ ڪيدائي هليو ويندو هو پر پوءِ بہ آئُون اِنهيءَ مراسم کي پنهنجي جيونَ جو نہ وِسرندڙ باب ڪري سمجهان ٿو. آسان جي تعلق درميان آيل هڪڙي ئي واحد ٽُرچ موقعي کي: مُنهنجي ادبي ۽ سماجي ذميواري، عزت نفس جي آواز ۽ ضمير جي عدالت ئي جنميو هو. جڏهين پِياري اُن جو آهستي آهستي احساس ڪندي، مُون طرف ڀيهر هٿ وڌايو تہ مُون هن کي اَڳُ جيان ياڪُرنَ ۾ پيري ورتو.

هاڻ هيٺ آئُون پِياري جي اُن شاعريءَ مُتعلق پنهنجا مُختصر ترين ۽ دِلي رايا قلمبند ڪرڻ جي جسارت ڪريان ٿو جيڪا زيرِ نظر ننڍڙي ڪِتابُ ۾ توهان جي مُطالعي ڪاڻ مُيسر ڪئي وئي آهي.

پياري جي شاعري مُشاهداتي اِدراڪ جِي شاعِري آهي. شمشير

حيدريءَ مصداق هن کي هاڻ شاعري ڪرڻ جي آتڪل باقاعدي اچي
ٿي ۽ هو شاعِريءَ جي اهڙي هُنر سان باقاعدي نباهه ڪري ٿو وڃي.
اظهار جي واٽن جا پنڌ پيتيندي، هن مقاميت کي سڀ کان متانهين
جاءِ تي رکيو آهي. هن جي شعرن ۾ سندس ٻال جتيءَ جي حرڪتن،
سنگتن ۽ وندر وِروٺهن جا اولڙا، علائقائي محرومين جي شناسائي،
جوين رُتِ جي تجربن جي تاثير، ڳوٺاڻي نِجي پِجي ماحول جا من
مسرُور ڪندڙ عڪس، دوستين ۽ دلبرين جا ڏَڏَ، وطن جا وڻ چڏي
وڃڻ لاءِ ساڳي ريگ وارِي مُشترڪ رِيت هُئڻ جِي جسٽيفڪيشن،
صادق فقير سان دِل گهُرئي سَپنڌ هُئڻ جا جيءُ جهوريندڙ جذبا، ٿر جي
سيڪيولر يا ميٺُ مُحبت وارين روايتن ۽ ڪِردارنَ جا سارُوپا، فطرت
جا رنگ ۽ 'مِرُوئان موت، مَلُوڪان شڪارِ' واري شُغل کي دِليان نندڻ
وغيره جهڙا اُتساهيندڙ اَکِيُون پِجائيندڙ ۽ پَچتاءَ سان پُرَ مظهر بَخُوبي
جَهلِڪن ٿا.

مُون کي ذاتي طور پياري جو نظم ۽ گيت سان نباهه ۽ سندس اَباڻي
ڊاٽڪي لهجي ۾ ڪيل شاعراڻي طبع آزمائي وڌيڪ موهي ٿي ۽
آئُون اُن جو دِلي مُعترف آهيان. باقي پياري جا غزل ۽ بيتڙا بہ ڏيان
ڇڪائڻ جوڳا آهن پر جي هُو خيال جي اُڏار، تخيل جي معيار ۽ سوچ
سَنيارِ کي اَجا وڌيڪ گهريِ اِدراڪي سانچي ۾ ڍاليندو تہ بين صِنفن
جي صُورتگريءَ ۾ بہ گهٽن کان گوءِ کٽي ويندو. آئُون هتي پنهنجي
ڏنل راين سان ميل کائيندڙ شعري حوالي ڏيئي اَجائي وَرجاءُ ڪرڻ
کان گُريز ڪريان ٿو. پوءِ بہ اِهو ڪوٽ ڪرڻ (Quote) کان پاڻ کي
اَصلُ جَهلي نہ پيو سگهان تہ پياري پنهنجي سرجيل غزلن ۾ پڻ ڪي
اَنوکيُون ۽ اَڇُوتيُون تشبيهُون، تمثيلُون ۽ اِستعارا نهايت ئي نواڻ پري
اَنداز ۾ سُهٽي ۽ سُپاويڪ نوع ۾ ڪتبُ آندا آهن: جيئن مِثلن: پوتار
کي پُرت جهڙي ڪرخت ڪنديدار ۽ بيحد بيزارِ ڪندڙ گاهه سان

پيشڻ، تار درياهہ يا درياهہ شاهہ جي جي جوبن کي گُوگهت وارِي تمثيل آرپڻ، ’ڏِسي کو ڦَٿ پاڻيءَ جا‘ وارو اِستعاروِاستعمال ڪرڻ، غم جي تڏي ۾ خُوشيءَ جي تراني جي موزُون جڙاوت ڪرڻ، ’هاريءَ جو ٻاگي ۾ نيڻ ٻوڙائڻ‘، ’پاڻيءَ ۾ منهن ڏِسڻ‘ واري مُحاوري جو موزُون ترين اِظهار ڪرڻ، رليءَ جي پُڙ جو ڳالهائڻ ۽ هَنداڻي تي هُرمچ پرت چِٽڻ جهڙيُون عڪس بنديُون وغيره

پيارو هن ڪِتابُ جي قافين ۽ رديفن ۾ ڪُجهہ اُدارِيُون سَتيُون تقليدي پيرائي ۾ بہ چڙهيو آهي جن جي مُختصر نشاندهيءَ لاءِ نيڻن جي غُليل هُئڻ وارِي گِسيل پِتيل تشبيهُہ کي گوڻ جي اِضافت سان وَرجائي پيشڻ، ست ۽ هٿ جو هماليائي سَهارو ونڻ ۽ اَڏُورِي چُمي وارا چند مِثال مَتاچري نگاهہ طُفيل هِتي ڳڻائي سگهجن ٿا.

آئُون دِل سان دُعاگو ۽ آسوَندُ آهيان تہ پياري جي اَڳُوڻن ٻن ڪِتابن يعني پهرين شعري ڳُٽڪي ’دِل چوي ٿي ڳوٺِ وَڃان!‘ ۽ شيخ اَياز جي چُوندَ شاعريءَ جي ڍاٽڪي لَهجي ۾ ڪيل ترجمي تي ٻَڌل ڪتاب ’بابيهو بولي‘ جيان دَنگئي بنڌڻن کي فِطرتي مظهرنَ لاءِ نہ ليکڻ (’سَرحدين تو اِنسانُون ڪي لِئي هين‘، پکين، ندين ۽ بادلن لاءِ ڪهڙيُون سيمائُون!) جي مرڪزي خيال تي آڌارِيل هيءُ ڪِتابڙو پڻ هِن ۽ هُن پار جي ساهتي سنگتين جو جوڳو ڏيان ڇڪرائڻ ۾ لاريب (بِلاشڪ)سوپارو ويندو.

دليپ ڪوناري۔
مِٺي، ضلعو ٿرپارڪر، سِنڌُ
اَٺارو ين آگست، 2016

# زمينون ۽ زمانا ۽ ڪتي راس ايندا

هن سان پهرين ملاقات تي ته الائي ڪڏهن هئي پر ايترو ياد آهي ته انهيءَ ملاقات جو وسيلو صادق فقير هيو. آئون خليل ڪنير سان گڏ صادق جي ڪچهري جي سحر ۾ شامل ٿيو هئس ته هي به انهي ڪچهري ۾ هوندو هو. اهي مني ۾ منهنجا شروعاتي ڏينهن هئا. صادق هڪ اهڙو نقطو هيو جتي مني جا اديب شاعر ۽ علم دوست اچي گڏ ٿيندا هيا. انهي ڪچهري ۾ هن جا تمڪ به شامل هيا. هن جي شاعر ۽ سنو ڪمپيئر هجڻ جي ته مونکي اڳي خبر هئي پر وڏو لطيفي باز هجڻ جي خبر تڏهن پئي. جڏهن هن سان شناسائي ٿي. ٿر جي هڪ ڪلاسيڪل برادري ۾ ڪجه نالي وارن اديبن تي هن جيڪي لطيفا ناهيا. ايترا ته وتائي فقير جا به لطيفا ڪون آهن. ڪيس هي سُتي سندس والد سائين پريم شواڻي پينگهي ۾ ئي ڏني هئي. انهن لطيفن جي بنياد تي هن صادق سان گڏجي همرائن ڪان جيڪا اوڳاڙي ڪئي انهي جا شاهد اهي آهن جن ڪڙاهيون ڪاڏيون. باقي ڳچ سنگت هن جي 19 سو ٻُڙي ماڊل فتفتيي ۾ تيل انهي بنياد تي جام پرايو ته مهرباني ڪري هن لطيفي کي هاڻي نه ڦهلاءِ. پر هي انهيءَ ڏُر سان اهو واعدو ڪرڻ ڪان اڳ نئون لطيفو ناهي مني جي مارڪيٽ ۾ لانچ ڪري پوءِ واعدو ڪندو هو. اهوئي موٽر سائيڪل ريڊيو پاڪستان مني جي ڳچ سنگت لاءِ نه صرف ٽانگي جو ڪم ڏيندو هيو پر گهڻن جي گهرن جو سيڌو سامان به انهي تي

ويندو هيو مني کان سوين ميل پري ويهي هواج بہ اهو ڪم ڪري سگهي پيو. پر ديس جي درد دوستن کان دوري جسم جي حصي (صادق فقير) جو ٽٽڻ ۾ سندس والد جي وڇوڙي هن جي انهي حس کي جهيٽو ڪري ڇڏيو آهي.

هي جنهن جو نالو ئي پيارو آهي اهو مونکي فيض احمد فيض جي انهن سٽن تي پورو لڳندو آهي.

جو رکے تو کوہ گراں تهے ہم جو چلے تو جہاں سے گزر گئے
رہ یار ہم نے قدم قدم تجھے یادگار بنا دیا

اهو ڪچهرين جو ڪوڏيو ۽ محفلن جو مور رهيو آهي. مٺي ۾ هن جيڪي بہ پروگرام ڪرايا يا جيڪي بہ ڪچهريون رچايون اهي نہ صرف يادگار رهيون. پر شهر ۾ ڀراڙي جي وچ ۾ پل جو ڪردار ادا ڪيو نہ تہ شهر ڀراڙين کي ڪيئن Face ڪن ٿا اهو ڏسڻو هجي تہ هليا اچو انهي ڪامرو ديس ۾ جنهن کي مٺي چون ٿا. مون جهڙا ڪيئي ڳوناٺا جن جو شهر ۾ ڪو بہ اوهي واهي نہ هو انهن کي هن ڪليل ٻانهن سان جيء ۾ جايون ڏنيون. مٺي جنهن لاءَ چيو وڃي ٿو تہ هتي رواداري ۾ پائيپي آهي. تہ اهڙو جيڪي ڪجھ هتي آهي انهي ۾ چند ماڻهن جو ڪردار آهي. جيڪي سنڌ ۽ هنڌ ۾ مٺي جي سڃاڻپ آهن. اهڙا ماڻهو نہ هجن تہ هتي روز ڪربلا ۾ ڪروڪيتر ڪڙا هجن. مونکي ماڻهن جي نيتن ۾ روين جي خبر صادق جي وڇوڙي پڄاڻان پئي تہ ڪيئن دوستين جون هامون هڻيون ويون ۽ ڪيئن نالو استعمال ڪري قد اوچا ڪيا ويا. ڪيئن نيتن جون ٻليون بوريءَ مان ٻاهر نڪري آيون. اهڙن ۾ انهن ئي روين هن کي شايد هتان کان لڏڻ تي مجبور ڪيو.

منهنجو خيال هو تہ آئون هن جي شاعري تي لکندس. مو ڪليل مسودو پڙهڻ بعد مونکي هن جي شاعري کان وڌيڪ هن جي

شخصيت جو پاسو ڳرو لڳو. تنهن ڪري مون معذرت ڪندي هن جي باقي زندگي تي لکڻ جو اسرار ڪيو. هو جيڪو سڄو سراپا ٽر آهي. توهان هن جي ڳالهين ڪچهرين شاعري پروگرامن ۾ ڪاروبار مان جيڪر ٽر ڪڍي ڇڏيو ته پويان پيارو ٻاجهر صاف ڪرڻ ڪان پوءِ بچيل صرف تيلن (ڏونئڙيا) ڪانسواءِ ڪجھ به ناهي. هن هر وقت هر ويلي ۾ هر هند ٽر ڪي سوچيو ۾ پچاريو آهي. ريڊيو تي هئاسين ته ٽري گيتن لاءَ ڪوشان رهيو. ڏاتڪي پروگرامن جو وقت وڌارايائين. ايئين ٽر جي هنر پرت ڪي ترقي وٺرائڻ. پنهنجي واڌڪي ڪم ۾ جدت آڻڻ. ٽر جي فلورا فانا. ختم ٿيندڙ رسمن رواجن يا پراڻن ڏنڌن ۾ هنرن ڪي سنڀالڻ جو ڪم ڪرڻ هن جي زندگي جو مقصد رهيو آهي ۾ هو اڄ به انهي ڪرت سان لڳل آهي.

جنهن ڏينهن هُو پاڻ پنهنجن جا گهاءُ نہ سهندي هتان وڃڻ لڳو هو جنهن جو پتو صرف صادق جي فيميلي ڪي ئي هو، تہ انهي ڏينهن اسين هن سان گڏ صادق فقير جي اوطاق تي پٽن راند ۾ ٻہ ٻہ هٿ ڪري رهيا هئاسين. هن ڪنهن ڪي ڪون ٻڌايو. ڪيس خبر هئي تہ دوستن سان موڪلائيندس تہ وڃي ڪون سگهندس ۾ رهڻ هوندئين مشڪل هو. اسين سڀ ڏاڍا ڪاوڙياسين خليل روئي روئي اصل باه تيل هجي. سائين صادق بہ مون سيريئس تيل تڏهن ڏنو. پر هن پنهنجين مشڪرين سان سيني ڪي سرچائي وڌائين. پياري هند مان سنڌ گهمڻ اچڻ ڪان اڳئين ڏينهن ميسيج ڪيائين تہ صبحاڻي اچان پيو. مون مذاق ۾ چيو ڇو؟ جيڪو جواب ڏنائين انهي جي تشريح ڊاڪٽر صاحب ئي ڪري سگهي ٿو. شوڪت. خليل ۾ اسين سڀ ميرپورخاص وياسين. ملندي ئي مشڪريون شروع. صادق جي وڇوڙي ڪان پوءِ اهو پهريون ڏينهن هيو جڏهن اُستاد ممتاز نهڙيي پاران پياري

جي مان ۾ ڏنل دعوت ۾ سڀ دوست نہ صرف ڪلياسين پر صابر فقير ڳائڻ ۾ پلٽنا هنيا ۽ ممتاز يڪتارو چپڙي وڄايا پياري جو 15 ڏينهن اسان وٽ رهي وري واپس هند وڃڻ مهل مون رابطو منقطع ڪري ڇڏيو. آئون ڳوٺ هليو ويس. سندس پائرن پيتامبر شواڻي ۽ ايشور شواڻي ڪي فون تي چيم هاڻي هن ذليل سان آئون موڪلائي نہ سگهندس.

مني تہ هاڻي ڪاٺڻ ٿو اچي.هتي تہ هاڻي اهي وڃي بچيا آهن جيڪي ڪنڌ ۾ نہ ڪلي نہ ڪوڪو بلڪ ڪنڌ ۾ سريو هٽي پيا هلن ۽ انهن جو ڪنڌ ڪيڏانهن وري ئي ڪانہ ٿو.شام جو ڪچهري جو سبب صادق جا ٺهڪ .پياري جا لطيفا خليل جا دومعنئ جملا هيا اهي سموريون شيون موڪلائي ويون . تون ڇا وڃڙين منهنجو ويڙهو ئي ويران ٿي ويو. هن جي شاعري مون اندر لائين ڪئي هئي انهي تي وري ڪنهن ٻي پيري لکبو في الحال هن جي وڇوڙي وانگي هينئن ۾ ڪان جيئن ڪپيل سندس غزل جا ڪجہ بند اوهان جي نظر ڪندي موڪلايون ٿا

زمينون زمانا.ڪٿي راس ايندا
اسين هون ديوانا ڪٿي راس ايندا

**

اسان جو جيئڻ ئي ملڻ منجہ آهي
رساما روزانا.ڪٿي راس ايندا

**

پڪي ديس واپس اڏامي اچي پر
نوان هي نشانا .ڪٿي راس ايندا.

نصير ڪنير

# پيارو شواڻي دردن جو ڪيسو ٻاءِ

سنگت، پياري شواڻيءَ جي شاعريءَ جو مجموعو ڇپائي رهي آهي ۽ مون لاءِ سندس شاعري ۽ شخصيت تي لکڻ يقينن ڪنهن امتحان جي گهڙيءَ کان گهٽ ڪونهي. پيارو جيڪو منهنجو سوٽ بہ آهي تہ ٻچپن جو ساٿي بہ. ٻاروتڻ ۾ اسان جدا پائي اتي ذڪر بہ گڏ ڪيڏي آهي تہ انڌلو پوپو بہ، سِروٽي جي اڏڙ ۾ رسو ٻڌي ٻاراڻي زندگيءَ جون ڳاڏيون بہ گڏ گهيليون آهن تہ خالي ماچيس جي ڪوکن مان ويچن کي ويجها آڏيندڙ ٽيليفون بہ ٺاهيا آهن، تر ۾ آسودگي جي مينهن کي پڪاريندي آڪي پايي لاءِ گهر گهر داڻا بہ پنيا آهن تہ تر جي واريءَ دڙن تي اميدن جا پونگلا بہ گڏ ٺاهيا آهن. ايئن ئي ننڍپڻ ۾ شرارت ڪندي ٻيڙيون چورائي گڏ پيتيون آهن تہ ڪٽ جي پاڳي سان اٺوند ۾ ٻصر ڪٽا پيچي اُن سان رُڪيون مانيون بہ گڏ ڪاڏيون آهن. اسان نہ رڳو پنهنجو سنهري ٻچپن گڏ گهاريو آهي پر حسين جوانيءَ جا هڙئي لمحا پڻ جنت مثل تر جي واهڻن ۽ وستين ۾ ايڏي، مسڪين جهان خان کوسو، ڊاڪٽر ڊريگو ڊاڪٽر هرچند ۽ مامي وشن جهڙن ڪردارن جي نقشقدمي ۾ ائين ئي گڏ گهاريا آهن جئين پياري جي شاعري جي هن مجموعي ۾ سارو نقش چٽيل آهن. اڄ جڏهن پياري شواڻي تي لکڻ خاطر اسان جي تعلق جي تاريخ کي تحقيقي اک سان

پروڙڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئس تہ شدت سان محسوس ڪيم تہ جڻ منهنجي خوبصورت يادن جي اثاثي ۾ هن سان گهاريل ذڪ ۽ سک جي هر هڪ گهڙي هڪ روحاني اٽُٽ تعلق جي ڪڙي ڪڙي مثل بڻجي اسان جي رشتي کي هڪ مظبوط سنگهر ۾ سوگهو ڪري چُڪي آهي. جئين ڀٽائي چيو آهي تہ:

ڪڙو منجهہ ڪڙي جئين لوهارن لپيٽيو
منهنجو جيءَ جَڙي ، سُپرين سوگهو ڪيو.

ها انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ پيارو جنهن جو بہ ٻيلي آهي اُن هر ڪنهن لاءِ هو سندس ئي شعر جئين هڏڏوکي رهندو آهي:

چوٽ توکي لڳي، درد مونکي ٿِيئي،
جيئن مان تو جيئان، ايئن پيو ڪو جيئي!.

شايد اهو ئي سبب آهي جو منهنجي زندگيءَ جي هر اهم فيصلي ۾ مون پياري جو ۽ پياري منهنجو اثر قبوليو آهي، ايستائين جو ڌرتي ماءُ کي ڇڏڻ جو موت مثل ڪڙو فيصلو بہ اسانجو مشترڪ فيصلو رهيو. ان حوالي سان جيتوڻيڪ سنگت وٽ ڪئي سوال آهن اسان لاءِ پر اسان وٽ اڃا پڻ ڪوبہ جواب ڪونهي ڀٽائي جي انهن بيتن کانسواءِ تہ:

مونکي مون پرين، ٻڌي وڌو تار ۾،
اُيا ائين چون، متان پاند پُسائين-

جي سنگت کي اهو بہ نہ وڻي تہ ڪٽي ائين چئجي:

ڪنهن جو ڪونهي ڏوهہ امر مون سين ايئن ڪيو

بهہ حال ڪنهن اردو ۾ سچ چيو آهي تہ 'داني داني پي لکا هي کاني والي کا نام'. ڌرتيءَ جي ڏوري هڪ گهري درد جو نانءُ آهي. پيارو جيڪو ظاهري طور سيني کي لطيفن ۽ مزاح سان ڪلائيندو وتي تنهن

ڪي آئون سچاٽان تہ ڪئين هو اندر ڪان تمام حساس هئڻ ڪري پنهنجي عام زندگيءَ ۾ بہ ڪجھہ جهجهيرڙن دردن جي پيڙاه ڪٽي جيئندو رهيو آهي ۽ تنهن لاءَ ڏرتيءَ جي دوري يقينن ڪنهن زخم جي ناسور بڻجڻ ڪان گهٽ ڪونهي ۽ انهيءَ ناسور ڪي گنيير روگ بڻجندي مون تڏهن ڏٺو جڏهن اسان جي دوست ۽ پياري شواٽي جي ساه سريکي ٻيلي صادق فقير جي ديهانت واري خبر پياري ڪي پئي. هن ڪي پهريون پيرو مون ميڻ بتي وانگر ٻرندي ۽ گرندي ڏٺو. هو دانهون ڪرڻ ۾ هو ۽ مونکي چوڻ ۾ هو يار مونکي سنيالجان. اچا هو صادق جي صدمي مان نڪتو ئي ڪونہ تہ سندس والد صاحب اسان جو محترم سائين پريم شواٽي بہ پرلوڪ پڌاريو ڪيس ڪلهو بہ نصيب ڪونہ ٿيو. جڻ اسان سسئي هجون ۽ هي ڏک صرف اسانجو ئي نصيب هجن. هن پنهنجي ئي شاعري ۾ صحيح لکيو آهي تہ هو دردن جي گهري ۽ ڏکهي پيڙاه ڪي سياري ۾ ڪوري دلي جيان ڪئين پيئي ٿو.

گهڙي ڪوري جيان آئون،
سنجهي ڪان صبوح تائين
سياري ڪي پيئان آئون.
جيئان تہ ڪيئن جيان آئون ،
اسان تي هي صدين جيڏيون
ماڪوڙي جيان متيون راتيون
ڪتيون تہ ڪيئن ڪتيون راتيون ؟
ڊسمبر جون ڏکهيون راتيون !

پر بهرحال پياري سان تمام ويجهو هئڻ ڪري گهٽ ۾ گهٽ آئون هن ڪي سچاٽي سگهان ٿو تہ هو اندر ڪان بلڪل چُورا چُورا ٿيڻ جي

باجود ڪيئن نہ رڳو پاڻ پنهنجا درد خلق کان لڪائي جيئڻ چاهي ٿو پر پنهنجي چهري تي مصنوئي کِل جو ئي صحيح پر ماسڪ لڳائي سنگت ساٿ کي مشڪل ۾ بہ زنده دلي سان کِلي گذارڻ جو ڏِڏ ڏيندو رهي ٿو.

پر ٻئي پاسي جڏهن مون جهڙا ڪمزور دل ماڻهو ڪيس ڏرتي وڇوڙي جي درد جي دانهن ڏين ٿا تہ هو حقيقت پسند ٿيندي پنهنجي فطري جذبن تي وڏي بردباري سان قابو پائي مشڪل حالتن جو زنده دليءَ سان سامهون ڪرڻ جو ماحول پيدا ڪري ٿو ۽ پنهجي ماتر يومي واري ٿر جي عڪس کي راجستاني ٿر ۾ ڏسڻ جي منظرڪشي ڪندي اهو ويساه ٿو ڏي تہ ماتريومي ڪڏهن بہ ۽ ڪٿي بہ ڪنهن کان دور ناهي هوندي. آئون سچ ٿو چوان پياري جي هينئين ڪويتا ۾ مون منهنجي جنم يومي کي راجستان ۾ جرڪندي ڏٺو آهي جنهن سان پناهگير هئڻ جي باجود منهنجو زندگيءَ ۾ هڪ پيرو بيهر ويساه وڏي ويو نہ تہ پناهگيري اهلِ دل ماڻهن کي پٿر بڻائي ڇڏيندي آهي.

دل چوي ٿي هاڻ پيارا،
ڳوٺ سڄي کي هٿ ۾ ويڙهي
رکجي راجستان سڄي ۾ ،
جنهن ۾ جوڏاڻو ٿو جرڪي ،
جنهن ۾ پاراڻو ٿو پسجي ،
جنهن ۾ ڏُونگر ڏورا آهن
تنهن ۾ مُحب گُهرائي پنهنجو
چونئرو آڏجي ، لانڍِي آڏجي،
جن جي چوٽين چنڊ اُهو ئي ،
پنهنجو پيارو روپ ڏيکاري،
تڏهن پنهنجو ڳوٺ سنڀاري

مُحب منَي کي مالهاڻي جيان
چاتيءَ لائي مور ڏيکاريان،
هِت ئي پنهنجو ڳوٺ سنواريان
جنهن جي هر ڪنهن کيت ڪناري
هرڻ هزارين چالُون آهن
تنهن ۾ پنهنجا چونئرا چاچيان،
مالهاڻي کي تنهن ۾ آڻيان،

پيارو شواڻي جي ٻي شاعراڻي جرئت اها بہ آهي تہ هو مذهب ۽ سرحدي تار واري تاثر جي بنياد تي سنڌ واري ٿر ۽ راجستاني ٿر جي هترادو وڏل ويڇن واري تصوراتي لڪير کي مٽائي پنهنجي شاعري معرفت حقيقي زندگيءَ جي آئيني ۾ ائين پيش ڪري ٿو جڻ هو برصغير جي ورهاڱي کان ڪنهن اڳين نسل جو باشندو هجي.

جوڏاڻي کان امَراڻي ڏي ،
رات سڄي ، هُئي آوت جاوت ،
برساتن لاءِ کهڙا باردِ ر ؟
وسڪاري لاءِ کهڙي ويزا ؟ !
ساڳي تاڻي گڏُ ٻينا پئي ،
ڍاٽي ، ڪاڇي ، جهيٽي جهُڙ ۾ ،
توکي ساري تنهنجي وينگس
پڄندَي پيڙيا ، پاڪُر ٿُـڙ ۾
برساتن لاءِ کهڙا باردر ؟
وسڪاري لاءِ کهڙي ويزا ؟!
صادق ٻُڌجي ٻنهي پاسي ،
حيدر جي پي هاڪ اجان آ

بيجل ٽُنهنجن ٻولن جي پڙ ،
منياٽي ۾ ڏاڪ اچان آ ،
برساتن لاءِ کھڙا باردر ،
وسڪاري لاءِ کھڙي ويزا ؟
ڪُنييون ، چيڙ هيڪُو جهڙا ،
ٻنين ونين ساڳي رنگت
چوهونڙ واري ڏونگر جهڙي ،
ڪارونجهر جي آهي بيهڪ ،
برساتن لئہ کھڙا باردر ،
وسڪاري لئي کھڙي ويزا

جيتوڻيڪ ڏرتيءَ کان ڏُوري هر اهلِ دل ماڻهو لاءِ زندگي جو سڀ کان ڪٺن ۽ ڪڙو تجربو هوندو آهي جئين ورهاڱي وقت ٻنهي پاسي ڪئي نامور شخصيتن زندگي جو اهڙو درد ڀوڳيو جنهن ۾ سعادت حسن منٽو ۽ فيض احمد فيض جهڙا ليکڪ ۽ شاعر پاڪستان ۾ رهيا يا اهڙا انيڪ هندو سنڌي اديب وري هندستان ۾ اچي رهيا. ايئن ئي يقينن پياري جهڙي حساس شاعر ۽ ادب ذوق ماڻهو لاءِ پڻ هي درد اُن کان گهٽ هرگز ڪونہ هوندو جئين هو پنهجي شاعري ۾ ئي چوي ٿو:

مُڙي موٽابائو ٽاڻ ، ڏسي لوهي تار ،
اکين تي انڌار ، اوچتو اچي ويئي.

توٽي جو سرحدي تارن سبب سالن جي ساہ سريکن خليل جهڙن جگري دوستن جو وڇوڙو پياري کي پوپان هر پل پڪاريندو بہ رهي ٿو:

ڪن ترسين ها ، تون مان گڏجي ،
اهڙو سهڻو ديس اڏيون ها .

۽ وري ساڳي ريت پيارو بہ وڇوڙي جي انهي درد کي اندر کان محسوس

ڪندي پنهنجي شاعري ۾ چوي ٿو:

مُڙي موٽ آيا ئو تان ، ڏکي پيو ڏيل
مونکان ڪنهن خليل ، جوين ۾ جدا ڪيو

پر باوجود انهي جي پيارو مذهبن ۽ سرحدي تارن ذريعي الڳ ڪيل ڌرتيءَ جي ٻنهي پاسن پنهنجي تصوراتي زندگي ۾ جيئڻ واري احساس ڪان هرگز مڙي نٿو ۽ ائين هو پنهنجي پناهگيري واري احساس کي قابو ۾ رکڻ ۾ ڪامياب رهي ٿو جئين هو پنهنجي هن نظم ۾ لکي ٿو:

هڪڙي پاسي من رهي ٿو
هڪڙي پاسي تن رهي ٿو
من چوي ٿو هُوءَ صحيح آه
تن چوي ٿو هُوءَ صحيح آه
آءُ ٻنهيءَ جي جهڳڙي وچ ۾
اُلجهي سُلجهان ، سُلجهي اُلجهان ،
ڏينهن سمورو ڏيہ کان ٻاهر
ويزا تي مان ويهندو آهيان ،
تارا تيندي، تار تپان ٿو ،
ويزا کي مان ڪين ڏسان ٿو
۽ پوءِ موذن جاڳي تيسين
سپني ۾ مان ڳوٺ گهمان ٿو
هڪڙي ڪن مان ٻانگ ٻُڌان مان،
هڪڙي ڪن مان رام ٻڌان مان ،
آءُ ٻنهي جي جهڳڙي وچ ۾
اُلجهي سُلجهان ، سُلجهي اُلجهان

هر پل سُلجھي اُلجھندڙ ۽ اُلجھي سُلجھندڙ پيارو ڏرتيءَ کان ۽ پنهنجن ساھ سرکين کان ٽيل وڇوڙي کي پنهنجو مقدر سمجهيو ۽ اُن وڇوڙي جي دردن جي پيڙاھ ۾ سرُور ڳولهي جيئڻ چاهي ٿو. انهي خاطر هو ولايت ۾ ويهي جتي ٿر جي يادن کي پنهنجي شاعري ۾ ساريندو رهي ٿو اتي هو ٿر جي حالتن تي پريشان پڻ رهي ٿو.

الئہ کيستائين، ٿر ، ٿر رهندو ؟ !
ڪُڏي ٿي ڪرولا، گڏيءَ جي تہ گڏ تي .

يا وري هڪ ٻئي شعر ۾ لکي ٿو:

ڪُسن ٿيون روجهڙيون رڻ ۾،
روئي ٿو روز چتراسر ،
کڄن ٿيون جيئن بندوقون،
روئي ٿو تيئن ڪارونجهر

ايئن ئي هو ڪڏهن ڪارونجهر جي عڪس کي چوهٽڻ ۾ پسي ٿو ۽ ڪڏهن ٿر جي ڪولهين کي پنهنجي شاعري جا ڪردار ناهي کين گڏ رکي ٿو: -

راسوڙي جي، رقص سان ڪولهي ،
ڪارونجهر جو ڪر گونجائي

اجا وڏي ڳالهہ اها آهي تہ هو جوڌپور جي هينڊيڪرافٽ واري صنعت ۾ شايد واحد ڪاروباري هوندو جنهن سنڌ کان آيل پناهگير ڪولهين کي ئي پنهنجي فيڪٽري ۾ وادن جي تربيت ڏيئي ساٿ رکيو آهي ۽ پنهنجي زندگيءَ جا گهڻا پل انهن سان ئي گهاري ٿو. اهڙيءَ ريت پياري جي پناهگيري واري زندگيءَ جا انيڪ عڪس آهن جنهن ۾ کيس اباڻو ديس ٿر هر گهڙي جر ڪندي نظر ايندو رهي ٿو.

بهرحال انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ جنهن کي لڳي تنهن کي ڪل

نہ تہ پاڙي وارن کي کھڙي پچار ۾ اها بہ حقيقت آهي تہ ڏرتيءَ جي وڇوڙي جي درد جي پيڙاه صرف ڌرتي کان وڇڙيل ئي ڄاڻي سگھن ٿا. اڄ آئون جتي پنهنجي نصيب ۾ آيل پناهگيريءَ واري زندگي تي بدنصيبي جي احساس ۾ گھيريل رهان ٿو اُتي اها فخر ۽ خوشي پڻ آهي تہ آئون پنهنجي بيلي پياري شواڻي جي روپ ۾ اڄ جي دور جي هن ڪيسوباءِ سان پڻ هر پل گڏ آهيان جنهن کان مون اهو سکيو آهي تہ جنم ڀومي کان دور دنيا ۾ ڪٿي بہ رهجي پر دل ۾ ۽ پنهنجي آسي پاسي ۾ ماتر ڀومي کي تصوراتي طور موجود سمجهي سسئي جهڙا سور سهندي بہ مارئي جيان ملير سان جُڙيو رهي سگھجي ٿو.

اشوڪ سوٿهڙ،
جوڌپور، راجستان.
3، آگسٽ 2016

# ڪوهنيي جي قلڙين جهڙو شاعر

زندگيءَ جون 38 بهارون ماڻيندڙ ڪلمُک، سهڻو سپاتو نوجوان ۽ پريل بُت جو مالڪ، دلبرن جو دلبر، کلڻهار ۽ ملڻهار، محبتن جو متوالو ۽ چاهتن جو رکوالو اسان سيني جو پيارو، پيارو شواڻي جيڪو پنهنجي ظاهري مزاج ۾ خوش اخلاق، خوش طبيعت، خوش مزاج من جو مالڪ آهي. تہ وري پنهنجي اندر جي دنيا ۾ پيڙائن جو پوڄاري، درديلو ۽ حساس طبيعت جو مالڪ آهي. ڪيس درد ايڏو تہ دادلو اٿس جو هو جڏهن بہ ان جي اُپٽار ڪندو آهي. يا پنهنجي اندر جي اُڻ تُڻ ۽ دل جي ڪيفيت جو اظهار ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. تہ لفظ جذبن جي زبان بڻجي شاعري جو روپ اختيار ڪندا آهن. ۽ هونئن بہ شاعري داخلي ۽ خارجي ڪيفيتن جو عڪس هوندي آهي.

پيارو جيئن پيار جو پُختو ۽ دوستي ۾ نباهہ ڪندڙ آهي تيئن ئي سندس شاعري فطري حُسن، احساسن سان ٽمٽار، وڻندڙ ۽ دلڪش هئڻ سان گڏوگڏ سندس پُختي خيال جي اڏار ۽ ٻولي جو حسن ڪمال جو رهيو آهي. پيارو جيڪو شهرن ۾ هوندي پڻ پنهنجي دل جي ڌرتيءَ تي بهاراڙين جا خوبصورت منظر ۽ عڪس سدائين چٽيل رکي ٿو. تڏهن ئي تہ سندس شاعري جي ڪئنواس تي ٻهراڙي جي خوبصورت ماحول جي دلڪشيءَ ۽ دلبريءَ جو رنگ پريل آهي.

نديءِ تي نينگريون وهنجي، ڪٽي وييون مٽ پاڻيءَ جا.
نديءِ پئي هيڪلي روئي، ڏسي ڪو ڦٽ پاڻيءَ جا.

پرديس ۾ هجڻ جي ناتي پياري جي شاعري ۾ وڇوڙي جو درد پڻ ڪجھ سوايو رهيو آهي. سندس ئي غزل جي هڪ سِٽ هن ريت آهي.

جتي پيي مران ۽ جڏهن پيي مران
وري جي جمان ته سنڌ ۾ جنم ٿي.

يا وري

پکي ديس واپس، اُڏامي اچي پر،
نوان هي نشانا، ڪٿي راس ايندا.

پياري جي شاعري ۾ نج خيال جي اُڏار ۽ فطري حسن جا جلوا هڪ غزل جي هينئين بند ۾ پڻ پسي سگھجن ٿا.

مور من جو روئي، روز ڪيڙا ڪري،
ڊيل ڪائي هجي، جيڪا آنسو پيئي.

ڪوملتا، معصوميت، باروتڻ ڪي جيڪڏهن پسجي ته پياري جي شاعري ۾ ئي پسي سگھجي ٿو. هن جي اندر ۾ وينل بالڪ کي ڏسي ۽ بالڪپڻ تي لکيل شاعري پڙهندي مونکي اڄ به ائين لڳندو آهي. ته اڄ به اسين گڏجي لڪ لڪوتي، آڪوپايو يا انڌلو پوپو رمي رهيا آهيون. جيڪو ٽيهارو سال اڳ ۾ اسان گڏجي رميا هئاسين.

او ڦر ڦر سونٿو اوٿي تي،
او انڌلو پوپو پونگيءَ ۾،
او نرسا پايا، ڪيڙ گيا،
او آڪا پايا، ڪيڙ گيا،
وقت نان ڪائي وقت گيو
ڪيڙ اسان جو بخت گيو

يا وري

اونهاڙي ري وئڪيشن ۾،
لڪ لڪوٽي، روج رميا تي،
آڪو پايو ميهہ رو سايو
گهر گهر ڏاٽا ڪين پنيا تي؟

پياري شواٽي جي شاعريءَ جو هي ڪتاب ادب جي ٻاڙهي ڪوهنيي تي ڦلڙين جيان نروار ٿي بيهندو ۽ اها اُميد رکي سگهجي ٿي تہ پيار انهيءَ جذبي سان هند ۾ هوندي بہ سنڌ لاءِ لکندو رهندو.

نرسنگهہ سوڍو

مٺي، ٿرپارڪر، سنڌ

# خوابن جو تعزيتي نوٽبُڪ

پيارا !. مون لاءِ اج بہ تُنهجي شاعريءَ تي ڳالهائڻ يا لکڻ ايترو ئي مُشڪل ڪم آهي، جيترو ڪاله تائين تُنهنجي گهڻ رُخي شخصِيت ۾ اُنهيءَ جي سحرانگيزي جو اُپٽار ڪرڻ ڏُکيو هو. تُنهجي اِهائي اِهم خُوبي رهي آهي تہ تو زندگيءَ جي هر اهم خُوبيءَ کي اهڙي تہ سُندرتا ۾ سليقي سان سميٽي رکيو آهي جو مُون سُميت ڪيترن ئي دوست کي توتي رِشڪ ٿيندو آهي.

مُون جڏهن اسڪولي دور ۾ توکي ٿُلهي ليکي هر ادبي ڪاج ۾ اسٽيج تي ذميواريون نڀائيندي ڏٺو تہ سچ پُڇين تہ مون هر انهي ويلي ڪمپيئر ٿيڻ چاهيو. تُنهجي مسڪراهٽن ڀري نفيس گفتگو هر اهلِ دل کي موهيو ٿي. وري جو تُون شاعري ۾ ڪاهي نڪتين تہ تو پاڻ کي هڪ روايتي ڀيڙ کان پاڻ کي پريرو رکيو. اسان کي تہ تُنهجو هِيءَ انداز ۾ اسلوب ئي ڪوتا جي ڪاج ۾ گهلي آيو.

اڙي هان يار، تو تہ ڪهاڻي جي ميدان ۾ بہ پنهجي قلم کي جنبش بخشي. ياد اٿئي نہ اُها ڪهاڻي "توکان ٿيندي ڏار". ( هزار داستان 1999 ) اُن ڪهاڻيءَ ۾ ڪيترو نہ روليو هئيي ويچاري فوزي کي. منهجي سانيَر موجب اُهو اج کان پُورا سارا سَترنَهن سال اَڳ جو قِصو آهي. پر شايد تُنهجا خط سنيالي روئندڙ فوزي جي پاراتن توکي ڪهاڻين جا پلاٽ تہ ڇا اُگهاڙين پيرين گهر ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ۽ تو شاعريءَ جي آغوش ۾ اچي پاڻ کي سهيڙيو ۽ سنياليو.

اهو تُنهجي لفظن جي اُٿت ۾ پيشڪي جو ڪمال ڇئجي جو شاعري کي نيٺ ڳوناڻو ماحول ڏنو آهي، جنهن جو اولڙو تُنهجي هڪ مقبول

نظم "دل چوي ٿي ڳوٺ وڃان" ۾ نظر اچي ٿو. جنهن ۾ سُمورو ڳوٺ هرمچ جي پرت سان پريل آهي. اُن ۾ شهري گهُٽ پوست کان پچي ٿو ڳوٺ وڃي چوئٽري مٿان چنڊ ڏسڻ کي فوقيت ڏني آهي.

هر پل ٿو هت ساهہ مُنجهي،
هن شهر جا، سارا رنگ چڏي،
ڪنهن چوٽري مٿان چنڊ ڏسان
دل چوي ٿي، ڳوٺ وڃان.
دل چوي ٿي، ڳوٺ وڃان.

يار، هاڻ تون ٿي ٻُڌاءِ تہ آئون توکي اهو ڪيئن لکي اُماڻيان تہ اُنهي چونٽري مٿان اُڀرندڙ چنڊ کي الائي ڪيترا پيرا گِرهڻ لڳو آهي، ۽ انهيءَ درد جي وسعت کي هڪ شاعر ئي بيان ڪري سگهي ٿو. جنهن جي شاعري جي محور سُونهن، سرتي ۽ سِڪ هوندا آهن.

مون ويس تُنهجي ڪي پيتڙ لاءِ
هن ديس سڄي ڪي جاچيو آ
پر هِڪڙي پاسي آهين تُون
۽ هِڪڙي پاسي راڄ سڄو
پر تُنهجو پاسو ڀاري آ
۽ تُنهنجي سُونهن ڏياري آ.

چيو هئم نہ پيارا، تُنهجي شاعري جي حسن آهي اهوئي تہ انهي ۾ لفظن جي پرتي ناهي. عام نهم لفظن ۾ هڪ پنهجن احساسن جي ترجماني ڪرين ٿو. تون بہ تہ مزاق ۾ چيو هو تہ مائٹ پرتي اها شئي

آهي جيڪا شاعري ۾ ماڻهو ٻنهي کي تڪليف ڏيندي آهي. تُنهجي شاعري جي سگه اها پنهجو هڪ الڳ ٽلڳ مرتبو ناهيو آهي. تُنهجي شاعري ۾ تنهنجو مقامي مشاهدو بہ حسين آهي.

يتوارڻ لاءِ نيڻ صبوح کان
هاري ڍاڳي ۾ ڊوڙائي.

تو جهڙيءَ ريت شيخ اياز جي شاعري کي ڍاٽڪي (ٿر جي مقامي ٻولي) جو ويس اوڍايو اهو سُمورو انهي محبت جو مثال آهي جنهن خمير جا پاڻ سيئي جُز آهيون. تو ان خطي جي مقامي ٻولي سان بہ بخوبي نڀايو آهي، جنهن ٻولي ۾ تو لوليون ڏنيون هيون.

او آڪا پايا ڪيڻ گيا؟،
او ٻُونگا ناهيا ڪيڻ گيا؟،
او ڏاگي لاريا ڪيتر ۾ ؟،
هڙ تي واهيا ، ڪيڻ گيا ؟
وقت نان ڪائي وقت گيو!
ڪيڻ اسان جو بخت گيو؟

رومانس ۾ ڳوٺ سان گڏوگڏ دوستي تنهجي شاعري جو مکيہ موضوع رهيو آهي، اُهو دوستي جي ڀرم تو فاصلن تي هوندي بہ ڪسُو تيڻ نہ ڏنو توڙي جو خنجر خنجر سامهُون هٿ واري واردات جا بہ تہ پاڻ اڪيئن ڏٺا ساکي آهيون. ڏس سائين صادق فقير جي وڇوڙي تي سُموري سنڌ جيان تون بہ ٻہ اڌ تي پيو آهين. صادق فقير تُنهجي دوستي جي ميڙيل ڪُل پونجي هو. هُن لاءِ تو ڪيترو رُنو ان جي

ڪٿ ڪٿي! درد جو ڪو ڇيڙو ڪونهي.

پِٽين جا ها، ڪن ٻُڌا سين،
ها پر توکان پوءِ فقيرا،
پٽين جا مون نيڻ ڏٺا هِن،
جن جي پرسان لنگھندو هُئين تون،
تن مان اڄ پي نير وهي ٿو
روئي سُڏڪي، سنڌ چوي ٿي،
صادق، تولاءِ هند، چوي ٿي.

تو پاران مٺي ڇڏڻ توٽي جو اسان لاءِ اڄ بہ انجسٽيفائيڊ آهي، پر تون تہ ساھ سريکن کان بہ ويجھو آهين. اڄ بہ اسٽيجن جا شوقين جڏهن پنهجي ڪارجن ۾ ظرفن ۾ ڪُٽيو پون تہ پنهجو اندر جو لِڪل زهر توتي اوڳاڇيو توکي ياد ڪن. اهو بہ توٽي جو اسان کي پاڻ نٿو پوي پر ٿُون کين ايترو ئي پيار ڏين جيترو پنهنجي يار خليل کي چاهين ٿو.

مُڙي موٽاباٺو تان، ڏکي پيو ڏيل
مونکان ڪنهن خليل، جوين ۾ جدا ڪيو.

پاڻ سيني ٽرين جو هڪڙو ئي مامو آهي، ان جي محبت کي بہ تو شاعريءَ ۾ ڳايو آهي. مامي وشن ٽري تي لکندي بہ يار تو ڪنهن لپاڙ يا نعري بازي کان ڪم ناهي ورتو. هن جي جذبي کي تو جيئن ڏٺو آهي تيئن پيش ڪيو آهي نہ تہ توکي بہ خبر آهي تہ جن ڪاسبر

ڪڏهن ڏنو ئي ڪونہ. سي بہ طويل نظم ڪاسبي جي ڪامڻين تي لکيو ڇڏين ٿا.

تو ۾ رتُ رهيو ئي ناهي !
پوءِ پي رتُ ڪرين تو پيڙو ؟ ،
ماما ! ڇا تہ مسيحا آهين ،
ڪيڏو ستُ ڪرين تو پيڙو.

خير پيارا، توکي ۽ تنهجي شاعري کي ڪنهن جُڳاڙي جي سرٽيفڪيٽ جي ڪا ضرورت ناهي. ٿُون جيڪواچ بہ سرحدن جي وچ ۾ اٽڪيل ڏرتي جو وجود آهين. سچ پڇين تہ مون کي تنهجي شاعريءَ ۾ اُهي خواب لهندا ۽ مرندا محسوس ٿا ٿين، جيڪي خواب ڪڏهن خودڪشي ڪن ٿا تہ ڪڏهن تون پاڻ کين گهوگهو ڏيو ڇڏين ٿو. مون کي ايئن ٿو لڳي تہ اها صرف شاعري ناهي، اهو مري ويل خوابن جو تعزيتي نوٽبڪ آهي. جنهن ۾ سُڏڪا بہ آهن تہ اُڏڪا بہ !!

ڏينهن سمورو ڏيہ کان ٻاهر
ويزا تي مان ويهندو آهيان ،
تارا ٽيندي، تار ٽپان ٿو ،
ويزا کي مان کين ڏسان ٿو
۽ پوءِ موذن جاڳي ٿيسين
سپني ۾ مان ڳوٺ گهمان ٿو
هڪڙي ڪن مان ٻانگ ٻُڌان مان.
هڪڙي ڪن مان رام ٻڌان مان .

آءُ ٻـنـهـي جـي جـهڳـڙي وچ ۾
اُلجهي سُلجهان ، سُلجهي اُلجـهان .
هـڪـڙي پـاسـي مـن رهـي تـو ،
هـڪـڙي پـاسـي تـن رهـي تـو.

امداد حُسيني الائي ڪڏهن ۽ ڪٿي چيو آهي تہ "شاعر اهم آهي يا شاعري؟ يا وري ٻئي اِهم!. اِهڙو تعين بہ هڪ صحتمند تنقيد ئي ڪري سگهي ٿي، جيڪا في الحال اسان وٽ ناهي ۽ تنقيد جي نالي ۾ جيڪا شيءِ آهي اُن ۾ ميرٽ ۽ معيار بدران ياري باشِي آهي". پيارا، تُنهنجي شاعر هُجڻ ۽ تُنهنجي شاعريءَ جو قد ڪاٿ ڳڻڻ وارا پلين فوٽ اِسڪيل کڻي پيا بحر ۽ وزن جا اُتر ڏکڻ ماپين، پر هڪ پڙهندڙ جو پيار ۽ مُحبت تُنهجي اُنهي سُموري پورهئي جي مزوري آهي. جيڪو پورهيو ڪڏهن بہ رائيگان ناهي ويو ۽ هر ذوق ۽ ظرف رکندڙ دل محبتون موٽائڻ ۾ ڪوتائي ناهي ڪئي.

تو لاءِ اج بہ اُهوئي پيار

تُنهجو پنهنجو
مُڪيش راجا سُوٽهڙ
صادق فقير ڊگري ڪاليج
مِٺي ٿرپارڪر
8 آگست 2016

# فطرت جو عاشق شاعر پيارو شواڻي

انسان جي خوبصورت احساسن ۽ جذبن کي اظهارڻ ۽ انهن کي لفظن جي مالا ۾ پروئڻ جو بيو نالو "شاعري" آهي. شاعري دل جو آواز به آهي ته سچاڳي جو پيغام به آهي. شاعر معاشري جو حساس ذهن رکندڙ "ڪردار" هجي ٿو. تنهنڪري فطري طور تي هو سماج ۾ ٿيندڙ ڀيچ ڊاهه ۽ تضادن تي گهرائي سان سوچي ٿو ۽ سماج ۾ ٿيندڙ تبديلين کي هو پنهنجي شاعري جو موضوع بڻائي ٿو. شاعر فطرت جو عاشق هوندو آهي، جيڪو شاعر فطرت سان محبت ڪري ٿو اُهو ئي خوبصورت تخليقڪار هجي ٿو يا ائين ڪٿي چئجي ته تخليق فطرت جي ڪُک مان جنم وٺي ٿي ۽ زندگي جي هنج ۾ پلجي پروان چڙهي ٿي. خوبصورت شاعري فطرت جي مظهر هوندي آهي، جنهن ۾ فطرت جا سيئي منظر سمائيل هوندا آهن. سنڌو ندي جي ڇولين جا گڙ گڙ آواز، مينهوڳي مند ۾ مورن جا ٽهوڪا، ٿر جي پٽن جون ٺڏريون راتيون، وسڪاري جي آمد جا لوڪ گيت فطرت جا خوبصورت منظرن جو عڪاس آهن. ٿر جي پٽن مان ايري آيل شاعر پيارو شواڻي هڪ خوبصورت تخليقڪار آهي. جنهن جي شاعري ۾ خوبصورتي جا رنگ پسجن ٿا. شاعري ۽ موسيقي سان دنيا جو هر ماڻهو پيار

ڪري ٿو ۽ شاعري توڙي موسيقي سرحدن جي محتاج ناهي هوندي. پياري شواڻي جو تعلق نج ڳوناڻي زندگي سان رهيو آهي. انهي ڪري هو فطرت جي رنگن سان تمام گهڻو ويجهو رهيو آهي. ٿوري م ائين ڪٺي چئجي تہ پيارو فطرت جو عاشق شاعر آهي. پيارو شواڻي ٿر کان ڏور هوندي بہ هو ٿر جي فطري رنگن ۽ سانوڻي مند جي رومانس کي ڪونہ وساري سگهيو آهي، جڏهن بہ جوڌپور جي پڊين تي مينهن اوهيرا ڪري وسندو آهي تڏهن ٿر ۽ سانوڻي مند جا سمورا فطري رنگ ان جي اکين ۾ اوتجي ويندا آهن ۽ هو وري سانوڻي جا گيت جهونگهاري ائين چوي ٿو تہ ” عمر وري برسارو آيو“

هون بہ سانوڻي مند جو پنهنجو هڪ رومانس آهي. هي اهائي مند آهي جنهن ۾ اسان کي برسات جي هانءُ ناريندڙ ڪٽين جا منظر، آسمان جي ڪينواس تي ڪنوڻين جي تجلن جا انبلني رنگ نظر ايندا آهن هن مند ۾ جڏهن مينهن اوهيرا ڪري وسندو آهي تڏهن فطرت جو هر رنگ ڏسڻ وٽان هوندو آهي. هي اُهائي مند آهي جنهن ۾ اسان کي همرچن جا مُڌر آواز ٻڌڻ ۾ ايندا آهين. هن مند ۾ وسڪاري جا دلڪش منظر پسي سگهجن ٿا. ٻنين ۾ هُرن جو اوڙون، جن ۾ نڪرندڙ نئون گاهہ هر طرف مال جي چرڻ جا آواز مالوندن جون گِتڪارون پڻ هن مند ۾ ئي ٻڌڻ ۾ ايندیون آهن. هي اهائي مند آهي جنهن کي شاعرن پنهنجي ٻولي ۾ ڳايو آهي.ائين پياري پنهنجي شاعري ۾ سانوڻي مند جي انبلني رنگن کي ڳايو آهي. پيارو شيواڻي ڪيترو سگهارو شاعر آهي، ان جي ڪٿ تہ وڏا شاعر ئي ڪري سگهن ٿا پر پياري سان منهنجي ننڍپڻ جي نينهن جو ناتو رهيو آهي. ائين ڪٺي چئجي تہ اسان جي دوستي جو رشتو ننڍپڻ کان ئي جڙيو هو. هن کي گهر ۾ ادبي ماحول مليو ۽ هو پنهنجي محنت ۽ لگن سان سٺو ليکاري ۽ شاعر بڻجي سامهون آيو. پياري سان منهنجو هڪ گهر

جي ياتي وانگر رشتو رهيو آهي ۽ اسان گڏجي ادبي ماحول ۾ پير پاتو. زندگي جي سفر ۾ اسان هڪٻئي سان گڏ گهمندي ڦرندي تمام بهتر وقت گذاريو ۽ مني جي ادبي ماحول کي سرگرم رکيو. پيارو پنهنجي مزاج ۾ کل مک ۽ دريا دل ماڻهو آهي، هاڻي جڏهن ترمان لڏي سرحد جي هن پار ويو آهي، ۽ منهنجو محبوب دوست صادق فقير اسان جي وچ ۾ ناهي رهيو تڏهن ايئن محسوس ٿئي ٿو تہ زندگي ۾ هاڻ ڪجه بہ ناهي رهيو زندگي جڻ ڇسي ٿي لڳي. هاڻي زندگي جا ڏک سور ڪنهن سان سليان سو پيارو محبتي دوست آهي، ۽ هن جو ڏنل محبتون منهنجي زندگي جو پرم آهي. هو پلين جي سرحد جي هن پار رهي ٿو. پر محبتن ۾ ڪا ڪمي ناهي آئي.

**دولت رام کتري**

# پيرن جيان پوڄڻ جهڙو پيارو ماڻهو

هي 1995 جي ڳالهه آهي جڏهن آئون ڪاليج جي پڙهائي لاءِ مٺي ۾ اچي رهائش پذير ٿيو هئس. گهر ۾ علمي ادبي ۽ پڙهڻ پڙهائڻ جو ماحول هجڻ سبب ننڍي هوندي کان ادب سان ذوق هو ۽ ٻارن جي رسالن ۾ لکڻ سبب مختلف پارٽن رسالن ۽ ادب ذوق نوجوانن ۽ ڪجه نامور اديبن ۽ شاعرن سان رهنمائي يا علمي دوستي لاءِ خط و ڪتابت ٿيندي رهندي هئي تہ ان جو ڏس پتو پوسٽ آفيس مٺي جو هڪ شيلف هو. اتفاق سان پيارو شوائي جي ٽپال بہ ساڳي شيلف ۾ هوندي هئي، هڪٻئي جي خطن جا ڍڳ ڏسي پڇا ڪرڻي پئي تہ هي همراهہ ڪير؟ نيٺ هڪٻئي کي ڳولي لڌوسين. ايئن ان ادبي جهان جي خط و ڪتابت واري سلسلي اسان کي هڪ ٻئي جي ويجهو آندو ۽ ان خلوص ڀري تعلق جون ڳنڍيون ڏينهون ڏينهن مضبوط ٿينديون ويون. منهنجي طبيعت جي سخت مزاج ۽ ڪارو هجڻ باوجود دوستي، اعتماد ۽ خلوص جي رشتي جو جيڪو ڀرم رهندو آيو اهو صرف پياري جو ظرف ۽ محبتون هيون ۽ سندس سهپ واري عادت هئي. اهو

ئي سبب هو جو جڏهن پيارو پرديس پڌاريو تہ مون پاڻ کي تمام گهڻو اڪيلو محسوس ڪيو. ڪافي ساريون اهڙيون شيون هونديون آهن جن سان دل جي يادن جو رشتو گهرو هوندو آهي پر جيتري گهرائي روح جي رشتن ۾ هوندي آهي ايتري رت جي رشتن ۾ شايد هُجي!

رشتن کي سنڀالڻ جو فن ڄاڻندڙ هن نفيس طبيعت جي مالڪ شخص جي سادگي ۽ سچائي مون هن جي لکڻين ۽ شاعري ۾ بہ ڏٺي آهي. هن جي شخصيت جا گهڻا پهلو آهن. هو حاضر دماغ، پوڳائي طبيعت، فائين آرٽ جو ماهر، وڏي تحقيقي ڄاڻ رکندڙ ليکڪ، شاعر، سٺو مقرر ۽ مشهور اسٽيج ۽ ريڊيو ڪمپيئر آهي.

سندس شاعري ضرور هن وانگر صفا سادي آهي پر منجهس وڏي تخليقي سگه موجود آهي. خيالن جي نواڻ جو هن وٽ هميشہ خزانو رهيو آهي. ڍاٽڪي، مارواڙي، سنڌي، اردو ۽ انگريزي ٻولين ۾ خاصي ڄاڻ رکڻ ڪري هُو لفظن جو محتاج ناهي. هن پنهنجي شاعري ۾ ديس جي درد جي اپٽار بہ ڪئي آهي تہ ظلم و جبر کي ذات ذريعي آئينو بہ ڏيکاريو آهي. سندس شاعري ۾ تر جي حسناڪين جا عڪس بہ چٽا نظر اچن ٿا تہ پنهنجي ٻولي جو بہ هن خوب خيال رکيو آهي. هن کي چوٽي جو اديب سڏڻ، وڏو يا ننڍو شاعر ڪوٺڻ بجاءِ هن لاءِ بس ايترو چئبو تہ هن پنهنجي حصي جو ڪم مستقل مزاجي سان ڪيو آهي. اهائي ڳاله هن جي ادبي قد ڪاٺ کي واضع ڪري ٿي ۽ کيس مرتبو ۽ مان بخشي ٿي.

جيتوڻيڪ هو شاعري جي فن جي عروج تي ناهي پهتل پر سندس شعر جي خيال، گهاڙيٽي ۽ رواني مان هو پختو شاعر لڳي ٿو. شعر جي هر صنف تي عبور يا فني مهارت هجڻ وڏو ڪمال آهي پر پياري شاعري جي مختلف صنفن تي مختلف زبانن ۾ طبع آزمائي ڪري ادب جي آبياري ڪئي آهي.

مهان شاعر شيخ اياز جي شاعري جو هن جيڪو ڍاٽڪي ٻولي ۾ ترجمو ڪيو اهو اهم ڪارنامو آهي، هن ٻولي جي ترقي جي هڪ راهہ ڏسڻ سان گڏوگڏ ادب ۾ پنهنجي حصي جو ڪم ڪيو آهي. ان ڪم ۾ ڪي ڪوتاهيون بہ ٿيون هجن تڏهن بہ اها ادب جي تدريج و ترويج ڏانهن اهم وک آهي. ان عمل ۾ پياري جون ڪاوشون ساراهہ جوڳيون آهن. علمي ادبي گهراڻي ۾ اُهو بہ سائين پريم شيواڻي جهڙي شخصيت پاران پرورش جو اثر بہ سندس ڪم تي ضرور رهيو آهي.

هن سنڌ توڙي ٿر جي علائقائي ثقافت کي هٿي ڏيڻ ۾ بہ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ مختلف وقتن تي اهڙيون سرگرميون عمل ۾ آنديون آهن جن سان معاشري ۾ پنهنجي ثقافت کي زنده رکڻ جو پيغام ملي ٿو.

هن جي ادب سان سنجيدگي ۽ سپردگي جو عڪس هن جي ڪم جي تسلسل ۾ نظر اچي ٿو. ايئن هن سنڌي ادبي سنگت، موهن يگت آرٽ اڪيڊمي، سنڌ فنڪار ويلفيئر ترسٽ ۽ پين پليٽ فارمز تان مختلف علمي ادبي ۽ ثقافتي سرگرميون جاري رکيون. ٿرپارڪر ۾ علمي ادبي سماجي ۽ ثقافتي ميڙاڪن جو مور ليکيو ويندڙ هن سڀاجهڙي ماڻهو جو ٿرپارڪر ۾ علمي، ادبي، سماجي ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ خاص ڪردار رهيو آهي.

ريڊيو مٺي جي قيام دوران سندس رضاڪارانہ خدمتون بہ قابل تعريف آهن ۽ مسلسل 8 سال هن پنهنجي ٻڌندڙن کي نئين جاڻ، نوان رنگ ۽ بي پناهہ محبتون ارپيون جنهن جي ڪري اڄ بہ ڪيترائي ٻهراين مان ريڊيو جا ٻڌندڙ پياري جون پچائون ڪندا آهن. هڪ ئي وقت سنڌي، اردو ۽ ڍاٽڪي ٻولين ۾ ريڊيو جو اناؤنسر ۽ ڪمپيئر هجڻ جو اعزاز بہ کيس حاصل آهي.

هن سان منهنجو جيڪو حجت جو رشتو رهيو آهي انکي لفظن ۾

بيان نٿو ڪري سگھجي پر مون اسانجي 21 سالن جي هن خلوص ۽ پائپي جي رشتي ۾ هن کان ڪڏهن شڪايت نہ ٻڌي ۽ نہ ئي ڪاوڙ ڏٺي. شايد هُن سان رشتو جوڙيندڙ هر ماڻهو اهي ئي خيال رکندڙ هجي. هن سان جيڪو هڪ دفعو مليو ۽ هن جي مريدي ۾ نہ ويو تہ جهڙوڪ هو ماڻهو احساسن کان خالي کوکو هو.

مون ڪڏهن هن جي مانيٽي مزاج ۾ نہ ذاتي حسد جو هينئون ڏٺو ۽ نہ ئي ادبي ساڙ. توڙڻ بدران جوڙڻ جي ڪاروبار ۾ مون هن کي ان آتڻ جو هيراڪ ڏٺو تہ. "ڳنڍين سارو ڏينهن، ڇنڻ مُور نہ سِکيا".

شوڪت تبسم ڪنير

دلــبــر ڏارا، ديــوالــي
ڪـپــڙا ڪــارا، ديــوالــي

بــاروتــڻ تــو يــاد اچــي،
ڏ ٻــلــيــون تــارا، ديــوالــي

آهــي اوهــانــجــا آڏيــنــدِي
انــگــل آرا ديــوالــي

مسڪينيءَ ۾ ڪيئن ڪندا؟
ســانــگــي ســارا، ديــوالــي

آءُ ، اســانــجــي ، اوتــي تــي
ڪــيــون پــيــارا، ديــوالــي.



پڳل چوڙيون، سريل بستر، ٻُڏائن تــ گهٽو ڪجــ تــا،
سڄو سمجهون، پيا پر هُو لڪائن تــ گهٽو ڪجــ تــا.

اوهان تي پي جوانيءَ جو هيو واسو، وڏي ويرا،
اوهان تي جي مُئا ماڻهو سُٽائن تــ گهٽو ڪجــ تــا.

رُڳو هيڪو دفعو پيڙا، هلياسين جو مانڊُونت آبُو،
تنهنجا ويجها، منهنجا ويجها، اُڏائن تــ گهٽو ڪجــ تــا.

وڏا ماڻهو تيرڻ خاطر، وڏيرن جي چانڊُنن تي،
اجان تائين، اهي ماڻهو پُڄائن تــ گهٽو ڪجــ تــا.

سچا ماڻهو مري آخر، مٽيءَ هينيان، مٽي تيندا،
پوءِ پي ڏس، پيارا هي، اَڏائن تــ گهٽو ڪجــ تــا



زمينون ، زمانا، ڪٿي راس ايندا ؟.
اسين هئون ديوانا، ڪٿي راس ايندا؟.

اسان جو جيئڻ ٿي، ملڻ منجهہ آهي !.
رُساما روزانا، ڪٿي راس ايندا ؟

پکي ديس واپس، اُڏامي اچي پر،
نوان هي نشانا ، ڪٿي راس ايندا،

جنين جي اندر ۾، تڏو آ وچايل ،
تنيين کي ترانا، ڪٿي راس ايندا ؟

نئين عشق ايڏو، اُجارو ڪيو آ،
پُراڻا پيمانا، ڪٿي راس ايندا ؟



نديءَ تي نينگريون وهنجي، ڪٽي وييون مٽ پاڻيءَ جا،
ندي پئي هيڪلي روئي، ڏسي ڪوڙ پاڻيءَ جا.

اڳي تہ ايئن هوندو هو. مليو تي انُ بازارين !،
جڏهن ڪان پاڻ سُڏريا هئون، ڏناسين هٿ پاڻيءَ جا.

صبوح ڪان سپ آيون پي، ڪوه تي هيل پاڻيءَ لئہ
مگر تون نہ آئيين جو، لُڇيا تي پٽ پاڻيءَ جا

جتي ڪل جر جاري هو. اُتي تہ هاڻ واري آ
مُهاڻو تو روئي ساري، اُهي گُزگهٽ پاڻيءَ جا



روھيڙي جو وڻ بڻي ۽ م
بيٺي آ ھُو، جڻ بڻيءَ م

پُرتن جيان پوتار ڦرن پيا
اوڍي ھل، اوڍڻ بڻي ۽ م

ڳُڙ جي ڳنڊ ۾ ٻاجھر ماني !
واه جو آ اولڻ بڻي ۽ م

تنھنجا نيڻ بنجي پيئڙا،
گِليلي، گوڦڻ بڻيءَ م

تون جو آئيين سوني تي پئي،
لالڻ ، ھي لُوسڻ بڻيءَ م

ڪاش ملين ھا تون پي گڏجي،
پياري سان پوکڻ بڻيءَ م



تو سان شروع تي، تو تي ختم تي
ذڪر تو اسان جو، ايئن صنم تي.

جوڙا سمورا، اُپ تي نهيا پر،
زمين تي ڪارو، ڪاري رسم تي.

اسڪيمون ڪائڻ، آسان ڪيڏيون،
نالونہ پنهنجو، ڪنهن ڪان هضم تي.

هندو هجي يا، مسلم هجي پل،
هرڪو روئي جي، ڪڙو علم تي،

جتي پيي مران ۾، جڏهن پيي مران پر،
وري جي جمان تہ، سنڌ ۾ جنم تي.



چوٽ توکي لڳي، درد سونکي ٿيئي،
جيئن مان ٿو جيئان، ايئن پي ڪو جيئي!

درُ ڪُليل هُيو، اک بند نہ هُئي،
راتُ جاڳي ڪٽيو، مُون سان هِڪڙي ڏيئي،

پيارُ وقت گهُريو، پيٽ ڪون ڇڏيو!
مُئس مان پي ڪٽي؟ پيو هُو پي جيئي!

سور من جو روئي، روز ڪيترا ڪري،
ديل ڪائي هُجي، جيڪا آنسوُ پيئي،

ڳوٺ ساري مٿي، ڳِهِرِ آهي منا،
ڇا تہ اٿر ڇڏيو، ٿُنهنجي هِڪڙي ليئي



ٽليا پئي ڪي ٽولا ، گڏيءَ جي ته گڏ ٽي،
مونکي ٽنهنجي ڀُولا ، گڏيءَ جي ته گڏ ٽي .

الئه ڪيستائين ، ٽر ، ٽر رهندو ؟ !
ڪُڏي ٽي ڪرولا ، گڏيءَ جي ته گڏ ٽي.

الئه ديس ڏارا ، وڃي ڇو ٽون ويٺين؟
روٺان ٽو مان ٽولا، گڏيءَ جي ته گڏ ٽي

اسان منهن پاٽي ۾ ڏٺو ڪونه آهي
ملائيندو مولا ، گڏيءَ جي ته گڏ ٽي

هلي آءُ پيارا ، ڏسون پاڻ ٻيئي،
منيءَ جا مينهولا ، گڏيءَ جي ته گڏ ٽي،



تو کي ڪيڏو ، مون تي چاهي ؟
پُٽ ، رليءَ جو تو ڳالهائي!

من جي مٿ ۾ روز مچل لاءِ
ڏاڍو ڏاڍو تو واجهائي

هنڌائي کي ، هُرمچ وانگي،
عشق اتوکو ، تو ڇتراٿي

پتوارڻ لاءِ نيڻ صبوح کان
هاري ڏاڍي ۾ ٻوڙائي.

موءَ مجي شل، روهيڙي جان.
ڏکارن ۾ ، نـــ نرجهائي،

راسوڙي جي، رقص سان کولهي ،
ڪارونجهر جو ڪر گونجائي



مينهن وٺي ڪانپوءِ تر
گج هيو جڙ گوريءَ جو

ويس ڏنو جنهن ديسن کي
گهر نہ آه تنهن ڪوريءَ جو

موسيقي سڀ دنيا جي
مٽ نہ آهي لوريءَ جو

موضوع مليو ماڻهن کي
نڪري پياسين توريءَ جو

ڪهڙيون عيدون عاشورا ؟
وچڙي وئين تون هوريءَ جو

ساه پيو آد ڏرتيءَ ۾
چمڪو ٿيو جو چوريءَ جو



## ڀانڪي گيت

## صادق فقير نان پيتا

هيينئون هتان مان جائي تو
صادق ، ڪُوڻ وجائي تو ؟

هوڙي آن ڏُوڙيلي آيا.
حاجي ، هندو ڪو تيڙايا!
رنگ نہ ڪوئي نائَي تو

هيينئون هتان مان جائي تو
صادق ، ڪُوڻ وجائي تو ؟

هوتل رتن واڙي تان،
دادن واڙي ماڙي تان
تهڪ نہ ڪوئي آئي تو.

هيينئون هتان مان جائي تو
صادق ، ڪُوڻ وجائي تو ؟

تاهاجي لاريا ، اي نزاڪت.
جڪي پيڙو بيسي راحت
گـڏي تان گرمائي تو

هيينئون هتان مان جائي تو
صادق ، ڪُوڻ وجائي تو ؟



## ڊسمبر جون ڊگھيون راتيون

ڪتيون تہ ڪيئن ڪتيون راتيون ؟،
ڊسمبر جون ڊگھيون راتيون !.

سُمهي ٿو پئي سنجهي سورج
ڏُور هيڪل ڌرتي پويان
ڏينهن ڪي آه تڪڙ تو جيان،
ڏينهن تي پي اسان ڪي ناه
سياري ۾ پڪڙ تو جيان،
سجڻ تو ريءَ سياري ۾
اسان تي هي صدين جيڏيون
ماڪوڙي جيان متيون راتيون
ڪتيون تہ ڪيئن ڪتيون راتيون ؟
ڊسمبر جون ڊگھيون راتيون !

ڊسمبر ۾ ڊِنورِي جيان
سِرامڙ ۾ پِنورِي جيان
وِڏا تو جي پري ياڳر،
پروڪا سي ڏينهن ساري،
سيارا ۽ مينهن ساري
گهڙي ڪوري جيان آئون،
سنجهي ڪان صبوح تائين
سياري ڪي پيئان آئون،
جيئان تہ ڪيئن جيان آئون،
اوهين ايڏانهن اچو جيڪر،
پوءِ بيئي پوه پورو،
ڪِلِي ڪتيون سچيون راتيون !،
ملي ڪتيون سچيون راتيون!

ڪتيون تہ ڪيئن ڪتيون راتيون ؟
ڊسمبر جون ڊگهيون راتيون . !



# ڪارونجهر جي ڪور تي ڪُنل چتراسر جي نيل ڳاءِ جو نوحو

ڪُسن ٿيون روجهڙيون رڻ ۾،
روئي ٿو روز چتراسر،
ڪجن ٿيون جيئن بندوقون،
روئي ٿو تيئن ڪارونجهر
هُيا جت مرگ ٽولين سان،
اُتي جي رڻ ڪنڌيءَ تي،
اُڏي ٿو لُوڙ هاٿي بس،
روئن ٿا راج ڪولهين جا،

اُتي جو هڪ ڪوسو هو،
جنهن جي ڏُور ويندي ئي،
جهنگن جو ننگ وڏوا جيئن،
روئي تو رڻ ڪاري سان،
جتي ڪلہ مور ٿهوڪيا ٿي،
اُتي اڄ ٻيل ڳُسجي ٿي،
جتي ڪلہ ميزباني لئہ،
وڇايا نيڻ ويندا ها،
اُتي اڄ ڏارين جي لئہ،
پچن ٽيون روز هرٽيون هت،
پچن ٽيون روز هرٽيون هت،
ڪُتن ٽيون روز هرٽيون هت،
اها جي ماجرا رهندي،
پِتن جو پوءِ ٽيندو ڇا،
جنين تي مرگہ ويهن ٿا،
پتن جو پوءِ ٽيندو ڇا
پتن جو پوءِ ٽيندو ڇا
سين جو پوءِ ٽيندو ڇا



**ڊائنڪي نظم**

# ويڪيشن

اونهاڙي ري ويڪيشن ۾
لڪ لڪوتي، روج رميا تي،
آڪو پايو ميه رو سايو
گهر گهر ڏاٽا، ڪين پنيا تي؟
ٻاڙوتڻ را، ڏينهن سنپياري،
نيڻ مانهانجا، رات پڄيا تي،
اونهاڙي ري، ويڪيشن ۾،
لڪ لڪوتي ، روج رميا تي.

اج ڪلہ مانھانگا ، جُوتا پھري
مھيٽي ٻيجي ، ٻيجا ليان تا ،
پڻ او ٻچپن ياد ڪران تو
جڏھين پگيا ٻڙتا ڏايا ،
تڏھين اڪ را پُڙڪا تروڙي ،
باتا جُتين آپين ناھاتا !! ،
اِتوڙان ۾ نوڙين ٻندي ،
کھڙين لارين ، آپين ناھاتا !
ٻاڙوتڻ را ڏينھن سنياري ،
نيڻ مانھانجا رات پِجيا تي ،
اونھاڙي ري ويڪيشن ۾ ،
لڪ لڪوتي روج رميا تي ،

ڪاڪو پونجو ، متي ڏينھن رو ،
سُوتو جائي ، اوطاري ۾ ،
آپين سجا ، اُوئي تاڻي ،
ٻيڙين پيتا ، چورايوڙين ،
ڪاڪو جاڳي ، جڏھان جوتو ،
ٻيڙيان ري ڪوتڙئي نان ،
نلو ڏيکي ڪوتڙئي نان ،
ڏُڪو ڪٽي آپان لاري ،
درھوڙي درھوڙي ، کنگھي کنگھي ،
ٻيسي رھاتو ، ٻُڪڙ منھين نان
ٻاڙوتڻ را ڏينھن سنياري ،

نيڻ مانهانجا رات ڀڄيا تي،
اونهاڙي ري ويڪيشن ۾،
لڪ لڪوتي روج رميا تي،

هي تان ڏاڙهي اڇي اهي پڻ،
منهين نان ٻينل ويجاڙوڪو
ڌرتي تانهانجا ڌورا ساري،
ڌوٻا ڌوٻا ، آنسو ڍوڙي،
هيڪُو ڪين او سيمان ساري
ٻپان ، ڪُنپين ، ڪونديران نان،
سپني پتر ، چُندڻ سارون،
بنگلا ڇڏي ، گامان سمهون،
جائي پُڄي ، روزاني تو
ٻاڙوتڻ را ڏينهن سنياري،
نيڻ مانهانجا رات ڀڄيا تي،
اونهاڙي ري ويڪيشن ۾،
لڪ لڪوتي روج رميا تي،



## دل چوي ٿي هاڻ يارا،

ڳوٺ سڄي کي هٽ ۾ ويڙهي
رکجي راجستان سڄي ۾،
جنهن ۾ جوڌاڻو تو جرکي،
جنهن ۾ پاراڻو تو پسجي.
جنهن ۾ ڏونگر ڊورا آهن
تنهن ۾ سُحب گهرائي پنهنجو.
چونڊرو اڏجي ، لاندِي اڏجي،
جن جي چوٽين چنڊ اُهو ٿي.
پنهنجو پيارو روپ ڏيکاري.
تڏهن پنهنجو ڳوٺ سنياري
سُحب منَي کي مالهاٽي جيان
چاتيءَ لاٽي مور ڏيکاريان،

هِت ئي پنهنجو ڳوٺ سنواريان
جنهن جي هر ڪنهن ڪيت ڪناري
هرڻ هزارين چالُون آهن
تنهن ۾ پنهنجا چونئرا ڇاڇيان،
مالهاٽي ڪي تنهن ۾ آٽيان،
سيني ساٿين سان پوءِ گڏجي،
ننگر جهڙو چوهوٽڻ گهمجي
جنهن جي بازارن ۾ سُهاڳڻ،
ڏاتياٽين ڪي هُرمچ سُونهي
ماٽهو ماٽهو مُڇ مروڙي
ڦينتا، تريتا، ساڳيا پائين
تن سان ويهي جهوني تر ۾
صادق ٻُڌجي، حيدر ٻُڌجي
دل چوي تي ڳوٺ اُهوئي
رکجي راجستان سجي ۾
رهجي راجستان سجي ۾
ويهجي راجستان سجي ۾



بچپن کئ کیا باتین کهون ؟،
بچپن کي کیا یادین کهون ؟!
بچپن اُتم هوتا تها،
واپس ، سب کچھ ملتا تها،
هم مین جو بهي کهوتا تها،
بچپن کئ اُن جهگڑون مین،
بس ، گُڑیا ٹُوٹا کرتي تهي ، !
ماچیسون کئ ڈبیون سئ،
ٹیلي فون ، بنتئ تهئ، !
بچپن کي هر تلخئ کا،!
بس ، غصا اک دن هوتا تها،
بچپن کي اُس گاڑي کي،
ڈبئ هم سب هوتئ تهئ
چهک چهک چهک چهک چلتئ تهي
رک رک رک چلتي تهي
بچپن کي هر بارش مین

هم تو بھیگا کرتئ تھئ
ٹیلون کي اُس ریتئ سئ !
بنگلئ .! بنتئ رهتئ تھئ
ٹُوٹي پھوٹي مٹکي سئ !
سکئ سچئ بنتئ تھئ
اب تو، هم تم وه نا رهئ !
پیسون کو جو پایا هئ
سب کچھ گھر مین هوتئ بھئ
خالئ خالي لگتا هئ
اب کي بھاگا دوڑي مین
کھین نان پھنچا کرتئ هین
اب گر بارش هوتئ هئ!
اک دُوجھئ کو فونون پر
اب تو بس یئ کھتئ هین
گھر سئ باهر نکلو مت
تیري میري گھر کي بیچ
چھ انچ، پاني جمع هئ !
اب اُس، بُوڑھي ندیا کو !
دیکھئ، مدت هو گئي هئ
جس مین کُودا کرتئ تھئ
اب گر گائون جاتا هون،
آنکھین ندیا هوتي هین،
خود کا پاني هوتا هئ
خود هي نھایا کرتا هون
بچپن بھي کیا بچپن تھا

جس کو واپس لوٹا هون.
بچئي کهيلا کرتئي هين
مين تو بيٺهئي روتا هون.
بچپن کي کيا باتين کهون
بچپن کي کيا يادين کهون
بچپن اُتم هوتا تها.



# ترجو ايڏي

# مامووشنو

منهنجو هڪڙو مامو آهي،
جنهن وٽ، ڪو ٻي ڪيسو ناهي،
پوءِ بي سندس ڪارج ڪارڻ،
سارا ڪيسا هُن جا آهن،
جن ۾ رکيل ساري پُونجي،
ماما، ٽُنهنجي پنهنجي آهي،
ايڏيءَ جو تون پاڇو آهين،
ڏريگو، هرچند تو ۾ آهن،
تو ۾ رتُ رهيو ئي ناهي!
پوءِ بي رتُ ڪرين تو پيڙو؟،
ماما! ڇا تہ مسيحا آهين،
ڪيڏو ستُ ڪرين تو پيڙو،

تو وٽ جيپون ڪارون ناهن،
پوءِ يي ٽُنهنجي جهوپي ٻاهران،
ڪيئي جيپن ڪارن وارا،
ءِ ڪي ڪارا ڪولهي آهن
رت جو تن کي دانُ کپي ٿو،
جن جو ناهي ڪو يي تن کي،
وشنو ڪو پڳوان ، کپي ٿو،
ماما ، جيڪر رهندين ساڳو،
تو سان هٿ هزارين هوندا،
ٽُنهنجو قد هماليا هُوندو،
توسان سٽ هزارين هوندا.
توسان سٽ هزارين هوندا،
توسان هٿ هزارين هوندا.



ٿر جي ڪاهوڙي سماجي ڪردار مامي وشني کي پيٽا

# جوڈاٹي کان امراٹي ڈي

رات سجي ، هُئي آوت جاوت،
برساتن لاءِ کهڙا بارڊ ر ؟
وسڪاري لاءِ ڪهڙي ويزا ؟ !

ساڳي تاٽي گڏُ پنا پئي ،
ڍاتي ، ڪاڇي ، جهيٽي جهُڙ ۾ ،
توکي ساري تنهنجي وينگس
پِڇندي پيڙيا ، پاڪُر ٿُڙ ۾

برساتن لاءِ ڪهڙا باردر ؟
وسڪاري لاءِ ڪهڙي ويزا ؟!

صادق ٻُڏجي ٻنهي پاسي،
حيدر جي ٻي هاڪ اجان آ
ٻيجل ٽُنهنجن ٻولن جي پڙ،
منياٽي ۾ ڏاڪ اجان آ.

برساتن لاءِ ڪهڙا باربر
وسڪاري لاءِ ڪهڙي ويزا؟

ڪُنييون، چيڙ هيڪُو جهڙا.
ٻنين ونين ساڳي رنگت
چوهوتڙ واري ڏ ونگر جهڙي.
ڪارونجهر جي آهي بيهڪ.

برساتن لئہ ڪهڙا باربر
وسڪاري لئي ڪهڙي ويزا



# ڍاٽڪي نظم

او آڪا پايا ڪيڙ گيا ؟،
او ڀُونگا ناهيا ڪيڙ گيا ؟،
او ڏاگي لاريا ڪيتر ۾ ؟،
هتڙ تي واهيا ، ڪيڙ گيا ؟

وقت نان ڪائي وقت گيو!
ڪيڙ اسان جو بخت گبو؟

او ڇُڪ ڇُڪ گاڏي ، ڏوري تي ،
او ريل ريل گاڏي ڏوري تي،
او قر قر سونتو اوتي تي،
او انڌلو ڀوڀو ، ڀُونگي ۾،
او نرسا پايا ڪيڙ گيا،
او آڪا پايا ڪيڙ گيا؟

وقت نان ڪائي وقت گيو،
ڪيڙ اسان جو بخت گيو،

او بدسر جهوري پاگي سان،
تي ڪاڏي آپان روتي سين،
اُوئي مرچان واڙي چٽٽي نان،
هُون جوئان پيو سالان سان،

او چپر چايا ڪيڏ گيا ؟
او آڪا پايا ڪيڏ گيا ؟

وقت نان ڪائي وقت گيو
ڪيڏ اسان جو بخت گيو ؟

او وينجهو سائين سبقان تي.
ڪُتتو پيچي سوتي سين.
آن لڪي ٻيڙي پيئڻ تي.
سائين يُونس، جهوريا تا.
او اوتا ٻاهيا ، ڪيڏ گيا.
او آڪا پايا ڪيڏ گيا ؟

وقت نان ڪائي وقت گيو!
ڪيڏ اسان جو بخت گيو!؟

او ماني پيڙو ،راڄو نان.
تي ٻوڙهيو آپان تويي ۾.
آن ماسي گومون ٻنهان نان.
ڪين جهلي ڏنا ٻاپُو نان ؟.
او ديپا ، سُنيا ، ڪيڏ گيا ؟
او آڪا پايا ڪيڏ گيا .

وقت نان ڪائي وقت گيو!
ڪيڏ اسان جو بخت گيو ؟.!



# صادق فقير جو وچوڙو

لاڙ، اُتر، ٿر، ڪاڇي ڪي،
۽ سڄي سنگت جي پاڇي ڪي،
جنهن قدآور هڪ ڪيو هو
تنهن جو قد هوُنئن، ننڍو پلي هو.
هُو منهنجو پنڊت، تنهنجو ولي هو.

صادق هاڻي ڪير سڏائي،
وڪريل موتي، ڪير ڳڏائي.

پيتين جا ها، ڪن ٻڌا سين،
ها پر توڪان پوءِ فقيرا،
پتين جا مون نيڻ ڏٺا هن،
جن جي پرسان لنگهندو هُئين تون،
تن مان اڄ پي نير وهي ٿو
روئي سُڏڪي، سنڌ چوي ٿي،
صادق، تولاءِ هند، چوي ٿي،
رام، ڪشن ۽ تو مِ علي هو،
هُو منهنجو پنڊت، تنهنجو ولي هو.

صادق هاڻي ڪير سڏائي،
وڪريل موتي، ڪير ڳڏائي.



## صادق فقير کي پيڻا

ڪير چوي ٿو، ٽُنهنجي ڇُمي،
اڄ پڻ رهجي ويئي آهي ؟،

ڌرتيءَ کي سڀ تنهنجون ڇُميون،
راحت پنهنجو راڳي بڻجي،
ڏينهن قيامت تائين ڏيندو،
۽ انهيءَ سان گڏجي بيهي،
سنڌ سموري سينڌون ڏيندي،
شاهه پٺاڻي، شيخ کي ڳائي،
شيام، سان هم قدمي هوندي،

ٹُنهنجو سُر سلامت هوندو،
جيسين سنڌين جي سڏن ۾،
ٹُنهنجو هي نزاڪت هوندو،

ڪير چوي ٿو، ٹُنهنجي ڇُمي،
اڏ ۾ رهجي ويئي آهي،

جهڙين ريتن، مٺيءَ مان ٿو،
آلاپن کي اُپ اُڏاريو،
جنوري ۾ جون جيان ٿي،
آوازن سان تو پِگهاريو،
تَهڙي ئي انداز نرالَي،
پلٽن کي پاتال پُڄائڻ،
جي آه سگ اِنهن ۾ آئي،
سنڌ سموري صدين تائين،
تولاءِ سڏ پڙاڏا هوندي،
جنهن جي سامهون سيس نمائي،
ڏرتيءَ تائين ٹُنهنجيون ڇُميون،
اَنئي پهر، اُڪيران ڏِبيون،

ڪير چوي ٿو، ٹُنهنجي ڇُمي،
اڏ ۾ رهجي ويئي آهي،



# مرتي تو بس مان هي هہ

گزلي گرجي يا هو بوم
مرتي تو بس مان هي هہ

مرتي تو بس مان هي هہ
ڊرتي تو بس مان هي هہ

سڪولون مين آتنگواد
مسجدون مين آتنگواد
مندرون کا گھنتا پوچھي
بھڳوانان ! تو کہان ئي هہ ؟

مرتي تو بس مان هي هہ

کس کا جھڳڙا ، کس سي جھڳڙا ؟
يہ تو کوئي جاني نان !

پهر بهي هاتهون بندوقين
دن دهاڙي يهان هي هي

مرتي تو بس مان هي هي

ڪوئي هندو ڪهلائي
ڪوئي مسلم ڪهلائي
انسانيت ڪا پوچهو تو
پياري سب ڪي نان هي هي

مرتي تو بس مان هي هي

مرتي تو بس مان هي هي
ڊرتي تو بس مان هي هي



پشاور پاڪستان ۾ اسڪول تي ٿيل حملي جي پسمنظر ۾، جنهن ۾ 132 ٻارن جون جهوليون خالي ٿيون هيون

هڪڙي پاسي من رهي ٿو
هڪڙي پاسي تن رهي ٿو
من چوي تو هُوءَ صحيح آهه
تن چوي ٿو هُوءَ صحيح آهه

آءُ ٻنهيءَ جي جهڳڙي وچ ۾
اُلجهي سُلجهان . سُلجهي اُلجهان

ڏينهن سمورو ڏيہ کان ٻاهر
ويڙا ٿي مان ويهندو آهيان.
تارا ٿيندي، تار ٿپان ٿو.
ويڙا ڪي مان ڪين ڏسان ٿو
۽ پوءِ سوڏن جاڳي ٿيسين
سپني ۾ مان ڳوٺ گهمان ٿو
هڪڙي ڪن مان بانگ ٻُڌان مان،
هڪڙي ڪن مان رام ٻڌان مان .

آءُ ٻنهي جي جهڳڙي وچ ۾
اُلجهي سُلجهان . سُلجهي اُلجهان.

هڪڙي پاسي من رهي ٿو.
هڪڙي پاسي تن رهي ٿو.



# موٺابائو

مُڙي موٺابائو تان، ڏٺم ديس دڙا.
منهنجي لاءِ مڙها، ماڙيان متي هُئا.



مُڙي موٺابائو تان، کنيم تڏو ساه.
وطن تي ويساه، ماٺهوئان متي لڳو.



مُڙي موٺابائو تان، ڏسي لوهي تار.
اکين تي انڌار، اوچتو اچي ويٺي.



مُڙي موٺابائو تان، ڏکي پيو ڏيل
مونکان کنهن خليل، جوين ۾ جدا کيو



مُونکان مُٺابائو تي، پڇيم آڏيءَ چنبا.
جوڙاٺي ملي تو؟ . مٺيءَ جيڙو مٺا.
گُهمي سارا کنڊ، گهڏيءَ سان ڳڏيچ تن.



# ڍاٽڪي



مور ٿهوڪيو ٿيج رو، پيسي ڪيجڙ ڏاڙ
جيڏليان ري جاد ۾، لُوهي لُڙڪان لاڙ
مهندي آن سينگار، وسري گيا ولات ۾.



# سنڌي



مور ٿهوڪيو ٿيج جو، ويهي ڪنڌيءَ تار،
سهلڙين جي سار ۾، اُگهي لُڙڪن لار،
مهندي ۽ سينگار، وسري ويا ولايت ۾



سُلان رنگجي رنگ ۾، ۽ رنگيَ هندو ياءُ،
مندر، مسجد، سڀ ۾، ساڳو اچي ساءُ،
دليان، دُور ٿي رجي، ترمان، مرن دان تاءُ،
وري اهڙو واءُ، عيد، ڏياري هڪ ٿيئي



# رکشا بنڌن (رکڙي پونم)

## سنڌي

پائر . پيٽن وچ ۾ .جي هجي لوهي تار
ڪندا ڪهڙي ڪوڏ سان؟ .راکي جو تهوار
ٻارڙ وارا ٻار. ڪندا ڪنڌيءَ وچ جا



## ڍاٽڪي

يايان .ٻهنان وچ منهين. جَي هوئي لوه ري تار.
ڳرسين ڪهڙي ڪوڏ سين ؟ رکڙي رو تهوار.
ٻاڙڙ واڙا ٻاڙ. ڪنتا ڪنڌي وچ را .



## ڏکين اکرن جي معنيٰ ۽ سمجهاڻي:

**پُرٽ.** ٿر ۽ راجستان هڪ جو مقامي گاه جيڪو ڪنبيدار ۽ چُڀيندڙ هوندو آهي

**مائونٽ آبو.** راجستان جو پهاڙي سلسلو جيڪو سنڌ جي گورک هل جي مشابهت رکي ٿو ۽ گرمين ۾ بہ ٿڌو رهي ٿو

**اوڍڻ.** چنري

**گورڻ.** بنيءَ مان جهار هڪلڻ لاءِ پري پري نقصان ڪندڙ پکي اُڏائڻ لاءِ استعمال ٿيندي آهي

**گڍي.** سنڌ جي شهر مٺي جي اولہ خذطرف واري تاريخي پٽ جو نالو

**گڍ.** قلعو

**هُرمچ.** پرٽ جو هڪ قسم

**هنداڻو.** چانهيون

**پتوارڻ.** بنيءَ ڏي ويل هارين لاءِ ماني کڻي ويندڙ عورت

**رتن جي هوٽل.** ڪاڪي رتن مالهي جي پُٽ ڪاڪي جهامن جي مٺيءَ ۾ موجود جهوپڙا هوٽل جيڪا مرحوم صادق فقير سميت اسان سڀني جو اجهو آهي.

**دادن جي ماڙي.** اسان جي يارڙي شوڪت هنگورجي جي والد ڪاڪي دادن جي ماڙي، جنهن جو شمار مٺيءَ ويندڙ مهمانن جو اجهو آهي، جتي صادق سان گڏجي تهڪ ڏبا هئا.

**جتر اسر.** پارڪر جو ڳوٺ جتي هرڻن ۽ روجهن جو سدائين غير قانوني شڪار ٿيندو آهي.

**ڪوسو.** چاچو مسڪين جهان خان ڪوسو، ٿر جو هڪ عظيم ڪردار

**روجهہ.** نيل ڳاءِ

**آڪو پايو.** صحرا ۾ جڏهن برساتون ناهن پونديون تڏهن مقامي ٻارڙا

گهر گهر وڃي سيڌو گڏ ڪندا آهن ، جيڪو پچائي خيرات ڪبي آهي تہ جيئن برسات اچي .

**تروڙي** ـ ٿر جي مقامي ٻولي ڍاٽڪي ۾ توڙي کي تروڙي اُچاريو آهي

**اٽوڙو** ـ پڪل سر جو ٽُڪر ، جنهن ۾ رسي ٻڌي ٻار گاڏي جيان پيا هلائيندا آهن

**نوڙي** ـ مقامي ٻوٽي ڪپ مان ٺاهيل رسي جو قسم

**درهوڙي** ـ ٻوڙي

**ٻُڪڙ** ـ ٻن پٿن جي پاڻ ۾ ميلاپ واري هنڌ

ويجاڙو ـ ٻار

**ڏورا** ـ ڏڙا ، واريءَ جون پٽون

**ڏوٻا** ـ ٻُڪ

پيون ، ڪونڊير ، برسات کان پوءِ صحرائي سوغات يا ميوو

**مالهاٽو** ـ اسان جو اباڻو ڳوٺ مالٺهور ويٺا ٿرپارڪر

**چوهوٽڻ** ـ راجستان جو شهر جيڪو سنڌ جي نگرپارڪر ۽ ڪارونجهر جهڙو آهي

**ڦينٽوءِ تريٽو** ـ ٿر ۽ راجستان جي ماڻهن جو لباس

**مامو وشنو** ـ ٿر جو عظيم ڪردار

**جوڌاڻو** ـ جوڌپور

**امراڻو** ـ عمرڪوٽ

ڍاٽي ـ ڍٽ جا ماڻهو

**ڪاڇي** ـ ڪڇ جا ماڻهو

**حيدر** ـ ٿر جو مقبول لوڪ ڳائڪ حيدر رند

**بيجل** ـ راجستان جو لوڪ ڳائڪ بيجل مهر

**وينجهو** ـ منهنجو پرائمري جو اُستاد محترم سائين وينجهراج سنگهہ سوڍو صاحب ، جنهن جا لنين جي زور تي ياد ڪرايل سبق جيڪي

اجان ياد آهن.

**يونس** - هاءِ اسڪول مٺيءَ جو اُستاد مرحوم سائين محمد يونس ساهڙ صاحب.

**مانو** - منهنجو ڪلاسي دوست مانسنگ ڪرنسنگ سوڍو

**نرسو** - منهنجو يار ۽ ڪلاسي نرسنگهه سوڍو. جيڪو پنهنجي پر ۾ هڪڙو وڏو ڪردار آهي. جنهن تي وقت ساٿ ڏنو تہ ڪڏهن الڳ ۽ تفيصيلي لکبو.

**راجو، سُنيو، ديپو** - ڊاڪٽر راجيش. ڊاڪٽر سنيل. ڊاڪٽر دليپ. منهنجا ڪلاسي دوست

**موٽاباٺو** - ٿرپارڪر کي لڳندڙ راجستان جي سرحد تي واقعي انڊيا جي پهرين ريلوي اسٽيشن. جتان هر هفتي هند کان سنڌ ڏي ايندڙ ۽ ويندڙ ريل گاڏي سوين ماڻهن کي هڪٻي سان ملائيندي ۽ توڙيندي آهي

**مڙهو** - ٻن پٽن جي وچ وارو ميداني علائقو

**خليل** - منهنجو دوست ۽ سنڌ جو منفرد ۽ مقبول شاعر خليل ڪنيار

تيج ۽ ڪانهوڙو - سانوڻ مند جا عورتن جا تهوار

**ڪيجڙ** - ڪنڊو، تر جو وڻ

**جاد** - ياد

**جيڏليون** - هڪ جيڏيون. سهيليون

**لُوهَي** - اُگهي

**ولات** - ولايت پرديس

# اُتساھ

## اُتساھ پبليڪيشن مٺي جا ڇپايل ڪتاب

1. ساڪشات اوتار ـ سوامي پريت گر (مذھبي ڪتاب) دليپ دوشي لوھاڻو
2. دل جي تاريخ (شاعري) سائينداد ساند
3. وارياسا وجود (ڪھاڻيون) نصير ڪنير
4. سوچون ساگر ساپنا ساحل (شاعري) شنڪر ساگر
5. چنڊ ڪڙيو چيلھار ۾ (مقالا ۽ تاثر) دليپ دوشي لوھاڻو
6. سنجھا تاڻي ساگر ساريو (مقالا ۽ تاثر) دليپ دوشي لوھاڻو
7. وچن ويڙيچن سين (مقالا ۽ تاثر) دليپ دوشي لوھاڻو
8. ٻهارون سوڳواريءَ ۾ (شاعري) اياز رضوي
9. برساتن لاءِ کھڙا باردر (شاعري) پيارو شواڻي

**ڪتاب خريد ڪرڻ ۽ گھرائڻ جي لاءِ رابطو ڪريو.**

**ٿر ڪتاب گھر مٺي، ضلع ٿرپارڪر، سنڌ**

پروپرائيٽر: ڪشور ڪنول

رابطو نمبر: 03332510760

برساتن لاءِ ڪڪرڙا ٻارجهر (شاعري)

پيارو شواڻي

اتساهه پبليڪيشن مٺي



سنڌي ٻولي جو ناميارو نوجوان شاعر پيارو شواڻي ڳوٺ مالهڻور ويڙها، تعلقي مٺي، ضلعي ٿرپارڪر ۾ 1 مارچ 1978 ۾ ڄائو. سندس پتا پريم شواڻي مشهور انگريزي اخبار ڊان جو مٺي ۾ رپورٽر هو. هن جا پڻ ناول، مضمون ۽ شاعري ڇپيل آهن.

پياري پرائمري تعليم جا شروعاتي ٻه ڪلاس پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ پڙهيا. ڳوٺان لڏي مٺي شهر ۾ اچي آباد ٿيڻ کان پوءِ هن اتي پنهنجي تعليم جاري رکي. گڏوگڏ هن ڪمپيوٽر سائنس ۾ ڊپلوما جو ڪورس سنڌ ٽيڪنيڪل بورڊ ڪراچي مان پاس ڪيو. هن سنڌ يونيورسٽي مان سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ ايم_ اي ڪئي. پيارو سنڌ گورنمينٽ جي ڪلچر ڊپارٽمينٽ جي اداري سنڌ ٽوئرزم ڊوپلپمينٽ ڪارپوريشن ۾ 1998 کان 2011 تائين مارئي ريسٽ هائوس جو انچارج ٿي رهيو. هي ريسٽ هائوس ٿر گهمڻ لاءِ اندرُ ڏيهي توڙي پرڏيهي سيلانين کي سهليتون پهچائڻ جي لاءِ ٺهرايل آهِي . پيارو ٻاهران ايندڙ اديبن ۽ شاعرن جي پڻ قرب سان مهمان نوازي ڪندو هو. مٺي ۾ ريڊيو اسٽيشن قائم ٿيڻ سان پيارو ايف ايم ۾ 9 سالن تائين پروگرامن جي ڪمپيئرنگ ڪندو رهيو.

پياري لکڻ جي شروعات شاعري سان ڪئي جيڪا سڀ کان اول عوامي آواز اخبار ۾ شايع ٿي . بعد ۾ هن جي شاعري توڙي مضمون سنڌ جي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا. پياري جي شاعري مشهور فنڪارن استاد شفيع فقير، ڪريم فقير، استاد نظر محمد رامسريو، رجب فقير جي آوازن ۾ ريڊيو پاڪستان ۽ ٽي وي جي مختلف چئنلن تاي رڪارڊ ٿي نشر ٿيندي رهي آهي. پيارو اسٽيج تي ڊراما آرٽسٽ ۽ ڪمپيئر جي حيثيت سان مشهوري ماڻي چڪو آهي. ان کان سواءِ هن پي ٽي وي ، ڪي ٽي اين، سنڌ ٽي ٽي وي ، ڌرتي ٽي وي تي ٿر بابت مختلف فنڪارن جي ڳايل گيتن تي ماڊلنگ پڻ ڪئي آهي.

ادب جي ميدان ۾ لکڻ سان گڏ هو سنڌي ادب سنگت جي مٺي شاخ جو 2 دفعا سيڪريٽري، موهن ڀڳت آرٽ اڪيڊمي جو چيئرمن، سگا ۽ سنڌ فنڪار ويلفيئر ٽرسٽ جو ميمبر ، ڊان نيوز ٽي وي چئنل جو ٿر لاءِ رپورٽر رهيو آهي. پياري جي شاعري جا ٻه ڪتاب ” دل تي چوي ڳوٺ وڃ “ ۽ ”ٻاٻيهو ٻولي “ ڇپجي چڪا آهن.

پيارو شيواڻي 2013 ۾ سنڌ کان هند ويو ۽ هن راجسٿان جي شهر جوڌ پور ۾ رهائش اختيار ڪئي جتان ويهي هن سنڌ ۽ هند جي شاعرن کي سوشل ميڊيا وسيلي توڙي روبرو مُڪا ميلو ڪرائڻ جو موقعو ڏنو آهي جنهن وسيلي هند ۾ سنڌ جا ڪوي پنهنجي پنهنجي گهر ويهي سوشل ميڊيا تي سنڌ درشن ڪن ٿا.

**شوڪت حسين شورو**

**ڄامشورو**

# پَڙهندڙ نَسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.
جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نہ آهي.
ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.
ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)